نئين نصاب مطابق

# سماجي اڀياس

پنجين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو

ڇپيندڙ:

وي-ايم- انسٽيٽيوٽ فار ايجوڪيشن ڪراچيءَ جي سهڪار سان، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو
تيار ڪرايل ۽ سنڌ سرڪار جي ايجوڪيشن ۽ لٽريسي ڊپارٽمنٽ ڪراچيءَ جي
خط نمبر E&L/Curriculum-2014 S.O(G.I) بتاريخ 29-12-2014 موجب سنڌ صوبي لاءِ منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم ۽ ايڪسٽينشن ونگ ڄامشوري پاران چڪاسيل.

## نگران اعليٰ

چيئرمن، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ

## ايڊيٽر

پروفيسر ڊاڪٽر برناڊيٽ ڊين

## ليکڪ

- پروفيسر ڊاڪٽر برناڊيٽ ڊين
- پروفيسر ڊاڪٽر احمد سعيد
- مس شبنم خان

## سنڌيڪار

نذير احمد قاضي

## چڪاسيندڙ

- پروفيسر ڊاڪٽر برناڊيٽ ڊين
- محمد اسماعيل پنهور
- محمد قاسم ابڙو
- اقبال حسين ميمڻ
- روزينه خواجه
- قائم الدين ٻلال
- محمد ناطق ميمڻ
- خالد محمود ميمڻ

## نگران

- علي محمد ساهڙ
- عبدالودود

ڪمپوز ۽ لي آئوٽ: شفيق حسين ڪولاچي

# فهرست

## پيارا استادَ!

پنجين ڪلاس لاءِ سماجي اڀياس جي هن ڪتاب کي، سرڪار طرفان جوڙيل نئين نصاب مطابق تيار ڪيو ويو آهي. سماجي اڀياس جي مضمون کي پڙهائڻ جو مکيه مقصد اهو آهي تہ اهڙا باعمل ۽ ذميدار شهري پيدا ڪجن،جيڪي سماج جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ هجن ۽ پنهنجي ڀرپور صلاحيت ۽ اهليت سان جيڪا هنن، هن مضمون کي پڙهي حاصل ڪئي آهي، سماج جي صحتمند جوڙجڪ ۾ حصو وٺن.

## نصاب ۽ ڪتاب جا مول متا هي آهن:

- سماجي اڀياس جي نظرين ۽ تصورن بابت ڄاڻ، سمجهہ ۽ علم کي وڌائڻ.
- مشاهدي، هڪٻئي سان رابطي، فيصلي ڪرڻ ۽ تڪرارن کي نبيرڻ جي ڏانءَ ۽ اهليت کي وڌائڻ.
- سهڪار، سهپ، ذميداري ۽ انصاف جي لاڙن ۽ روين کي زور وٺائڻ.
- انسان ذات سان پيار ڪرڻ جي هاڪاري لاڙي کي همٿائڻ ۽ ترقي وٺائڻ.
- پُرسڪون ۽ امن سلامتيءَ واري زندگي گذارڻ جي اهميت کي ڄاڻڻ ۽ پنهنجي ۽ ٻين جي حياتي کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.
- ٻارن جي سِکيا جو بهتر طريقو اهو آهي تہ سِکيا جي عمل ۾ ٻار پاڻ، ذهني ۽ جسماني طور، سرگرمي ۽ سرجوشيءَ سان حصو وٺن. ان لاءِ ڪتاب جي هر باب ۾ نفسِ مضمون، تصويرون، شڪليون ۽ سرگرميون شامل ڪيون ويون آهن تہ جيئن ٻار عملي طور شريڪ ٿي، بنيادي پيغام ۽ تعليم کي پليءَ پٽ سمجهي سگهن.

نظرين ۽ تصورن سان گڏ، هيءُ نصابي ڪتاب، شاگردن کي گهربل ڄاڻ، مهارت ۽ رويا سکڻ ۾ پڻ مدد ڏئي ٿو (جيڪي مقصدن ۾ ڄاڻايل آهن). لاڳيتي مشق ۽ سرگرميءَ سان انهن ۾ سني مهارت حاصل ڪري سگهجي ٿي. مهرباني ڪري اهڙا موقعا تلاش ڪيو، جن وسيلي ٻار اسڪولي يا ڪلاس جي انتظام ۾ شريڪ ٿي سگهن (جهڙوڪ مانيٽر، ٻن ٻارن وچ ۾ ڪنهن ڳالهہ تان ٿيل تڪرار کي نبيرڻ لاءِ ٿياڪڙيءَ جو ڪردار ادا ڪرڻ وغيره). نصاب کان علاوه، ٻارن جيڪي رويا ۽ طريقا سکيا آهن، انهن جي عملي مظاهري لاءِ ڪين موقعا فراهم ڪريو تہ جيئن حاصل ڪيل ڄاڻ جي عملي صورت ۾ پڻ هو چڱي هنرمندي ۽ هوشياري حاصل ڪري سگهن.

هر باب جي اهڙيءَ ريت ترتيب ڪئي وئي آهي تہ جيئن اهو ٻن ٽن ”ڪلاس پيرڊن“ ۾ مڪمل ٿي سگهي. ان هوندي بہ، ڪي سرگرميون ٻين سرگرمين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ وقت وٺي سگهن ٿيون. سبق پاڙهڻ جي رٿا تيار ڪرڻ مهل ان ڳالهہ جو خاص خيال رکيو وڃي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

باب پهريون

# ذرتيءَ جو گولو ۽ نقشن جي مهارت

## سِکيا جا نتيجا

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1. اهو سمجهي سگهن ته $180^{0}$ خيالي ويڪرائي ڦاڪون ۽ $360^{0}$ خيالي ڊگهائي ڦاڪون هونديون آهن.
2. مکيہ ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جا نالا ٻڌائي سگهن.
3. ذرتيءَ جي گولي توڙي نقشي تي مکيہ ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪون ٻڌائي سگهن.
4. ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جي مدد سان پاڪستان ۽ دنيا جي مکيہ وڏن شهرن بابت ٻڌائي سگهن ته اهي ڪٿي آهن؟
5. ائٽلس جي ڏسٽيءَ کي استعمال ڪندي جاين جا هنڌ ٻڌائي سگهن.
6. طرفن جو تعين ڪرڻ لاءِ ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن کي استعمال ڪري سگهن.
7. وقت جي گهيرن کي سڃاڻي، انهن جي ڊگهائي ڦاڪن سان مطابقت ۽ مناسبت ڏيکاري سگهن.
8. پاڪستان جي بيهڪ جي اهميت ۽ ضرورت کي سڃاڻي ۽ ظاهر ڪري سگهن.
9. اهو سمجهي سگهن ته نقشن جا ڪيترائي قسم آهن ۽ جنهن مقصد لاءِ جيڪو نقشو گهربل آهي، ان جي چونڊ ڪري سگهن.
10. مختلف نقشن ۾ ڄاڻايل پئمانن (Scales) کي پڙهي، انهن جي سمجهاڻي ڏئي سگهن (جن کي ليڪ- ماپڻي يا خطي پئماني ذريعي بيان ڪجي ٿو).
11. نقشي جي پئماني کي استعمال ڪندي روڊن ۽ دريائن جي ڊيگهه توڙي ٻن هنڌن وچ ۾ مفاصلي کي ماپي سگهن.

# ڌرتيءَ جو گولو ۽ نقشن جي مهارت

## پاڙيسري ملڪن جي حوالي سان پاڪستان جي بيهڪ

شڪل 1.1 ۾ دنيا جي نقشي تي هڪ نظر وجهو. توهان کي اتي زمين جا ست وڏا پاڱا يا حصا ڏسڻ ۾ ايندا جن کي کنڊ سڏجي ٿو. ڀلا ٻڌايو ته انهن کنڊن ۾ سڀ کان وڏو کنڊ ڪهڙو آهي؟ اهو کنڊ ايشيا آهي. پاڪستان ايشيا کنڊ جي ڏاکڻي حصي ۾ آهي، جنهن کي عام طور سان ڏکڻ ايشيا (South Asia) سڏجي ٿو.

شڪل 1.1 دنيا جو نقشو

پاڪستان جون حدون ايران، افغانستان، چين ۽ هندستان سان ملن ٿيون. ايران جو ملڪ پاڪستان جي اولهه ۾ آهي. اُتر- اولهه ۾ افغانستان ۽ اُتر- اوڀر ۾ چين جو ملڪ آهي. چين ۽ پاڪستان جو سرحدي علائقو ايڏو ڏگهو ناهي بس رڳو قراقرم جبلن تائين محدود آهي. هندستان، پاڪستان جي اوڀر ۾ آهي، جڏهن ته پاڪستان جي ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ آهي.

اسان مٿي پاڪستان جي سنڌس پاڙيسري ملڪن جي نسبت سان، بيهڪ بابت ڄاڻ حاصل ڪئي. اڄو ته اسان پاڪستان جي صحيح بيهڪ کي، ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جي مدد سان معلوم ڪريون. ان لاءِ سڀ کان پهريان اهو ڄاڻجي ته ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪون ڇاکي ٿو چئجي؟

شڪل1.2 پاڪستان جا پاڙيسري ملڪ ڏيکاريندڙ نقشو

## ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪون:

ڌرتيءَ جي گولي ۽ نقشن تي ڪنهن هنڌ يا جاءِ کي ڳولڻ لاءِ گرڊ يا چارَ واريون ليڪون ⊞ اسان جي مدد ڪن ٿيون. اهي ليڪون ڌرتيءَ جي گولي ۽ نقشي کي گرڊ چوڪڙين (Grid squares) ۾ ورهائين ٿيون (ڏسو شڪل 1.3).

اُڀين گرڊ ليڪن جن تي انگ لکيل آهن کي ڊگهائي ڦاڪون ۽ ليٽيل گرڊ ليڪن جن تي اکر لکيل آهن کي ويڪرائي ڦاڪون چئبو آهي.

شڪل 1.3 اڀين ۽ ليٽيل گرڊ ليڪن کي ظاهر ڪندڙ نقشو

شڪل 1.4 ويڪرائي ۾ ڏيکاريل ڦاڪن سان نهيل گرڊ وارو دنيا جو نقشو

## ويڪرائي ڦاڪون يا پوروچوٽيون ويڪرايون (Parallels of latitude):

ڌرتي مڪمل طور گول ناهي پر اها اُتر قطب ۽ ڏکڻ قطب وٽ ڪيقدر چِپيل يا وينل آهي. اُتر قطب ۽ ڏکڻ قطب جي بلڪل اڌ مفاصلي تي هڪ نهايت اهم ويڪرائي ڦاڪ آهي، جنهن کي خطِ استوا چون ٿا. خطِ استوا، ڌرتيءَ جي گولي کي پورن ٻن اڌن يا اڌ گولن ۾ ورهائي ٿي. مٿئين اڌ گول کي اُتر اڌ گول ۽ هيٺئين اڌ گول کي ڏکڻ اڌ گول سڏيندا آهن. (ڏسو شڪل 1.5)

شڪل 1.5 اتر ۽ ڏکڻ اڌ گول

هر هڪ اڌ گول ۾ 90 خيالي ويڪرائي ڦاڪون هونديون آهن. ان جو مطلب ته خط استوا جي اُتر ۾ 90 هم فاصلي (پوروچوٽيون) ليڪون ۽ ان جي ڏکڻ ۾ 90 هم فاصلي (پور وچوٽيون) ليڪون آهن. ويڪرائي ڦاڪون اوڀر - اولهه رخ تي ڌرتيءَ جي چوڌاري ڊوڙندڙ ليڪون آهن. چٽيون ۽ گهريون ليڪون اهڙيون ويڪرائي ڦاڪون آهن، جيڪي ڏاڍيون اهم آهن، تنهنڪري انهن تي خاص نالا رکيا ويا آهن. (ڏسو شڪل 1.6)

ويڪرائي ڦاڪن کي سڃاڻڻ جو طريقو

مکيه ويڪرائي ڦاڪون

شڪل 1.6 ويڪرائي ڦاڪون

### (i) خطِ استوا:

زيرو (0) ڊگري ويڪرائي ڦاڪ کي خطِ استوا چئبو آهي، چاڪاڻ ته اها ڌرتيءَ کي پورن ٻن اڌن ۾ ورهائي ٿي. اُتر اڌ گول ۽ ڏکڻ اڌ گول.

### (ii) سرطان گهيرو ۽ جدي گهيرو:

ٻه گهيرا آهن. خطِ استوا جي اُتر ۾ 23.5 ڊگري تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي سرطان گهيرو چون ٿا ۽ خطِ استوا جي ڏکڻ ۾ 23.5 ڊگري تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي جدي گهيرو چون ٿا.

### (iii) آرڪٽڪ ۽ اينٽارڪٽڪ گول يا دائرا:

خطِ استوا جي اُتر ۾ 66.5 ڊگريءَ تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي آرڪٽڪ گول يا دائرو ۽ خطِ استوا جي ڏکڻ ۾ 66.5 ڊگريءَ تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي اينٽارڪٽڪ گول يا دائرو چوندا آهن.

### (iv) اُتر قطب ۽ ڏکڻ قطب:

خطِ استوا جي اُتر ۾ 90 ڊگري تي بيٺل قطب کي، اُتر قطب ۽ خطِ استوا جي ڏکڻ ۾ 90 ڊگري تي بيٺل قطب کي ڏکڻ قطب سڏيندا آهن.

جڏهن توهان ڪنهن جاءِ يا هنڌ جي ويڪرائي بيهڪ ٻڌايو ٿا ته توهان کي لازمي طور اهو ٻڌائڻو پوندو ته اهو هنڌ خطِ استوا جي اُتر ۾ آهي يا ڏکڻ ۾.

مثال طور آرڪٽڪ گول يا دائرو 66.5 ڊگري اُتر ۾ ته اينٽارڪٽڪ گول يا دائرو 66.5 ڊگري ڏکڻ ۾ آهي. فقط خطِ استوا ئي ٻڙي ڊگري ($0^{o}$) تي آهي.

## ڊگهائي ڦاڪون:

ڊگهائي ڦاڪون، خيالي ليڪون آهن، جيڪي اُتر قطب کان ڏکڻ قطب تائين ڇڪيل آهن، تنهنڪري اهي اُتر ڏکڻ طرف ڏي ڊوڙن ٿيون. جڏهن هر هڪ ويڪرائي ڦاڪ مڪمل طور ڌرتيءَ کي ويڙهيل آهي ته هر هڪ ڊگهائي ڦاڪ ڌرتيءَ جي فقط اڌ تي ڦهليل آهي. سڀ کان اهم ڊگهائي ڦاڪ پرائيم ميريڊين آهي، جيڪا ٻڙي ڊگري ($0^{o}$) تي بيٺل آهي. ويڪرائي ڦاڪ جي هر هڪ ليڪ پيرائيم ميريڊين ٿي سگهي ٿي، پر بين الاقوامي ناهه هيٺ اها ويڪرائي ڦاڪ جيڪا گرين وچ، انگلنڊ وٽان لنگهي ٿي، ان کي سرڪاري طور پرائيم ميريڊين مڃيو ويو آهي. انهيءَ پرائيم ميريڊين جي اوڀر ۾ 180 ڊگهائي ليڪون آهن، جن کي E (اي) نشانيءَ ذريعي ڏيکاريو ويو آهي ۽ پرائيم ميريڊين جي اولهه ۾ جيڪي 180 ڊگهائي ليڪون آهن، تن کي W (ڊبليو) جي نشانيءَ ذريعي ظاهر ڪجي ٿو. (ڏسو **شڪل** 1.7)

ڪُل 360 ڊگهائي ڦاڪون آهن. جن مان 180 ڊگهائي ڦاڪون مُک ميريڊين جي اوڀر ۾ 180 ڊگهائي ڦاڪون مُک ميريڊين جي اولهه طرف آهن، ڇاڪاڻ ته ڌرتي گول آهي.

پرائيم ميريڊين ۽ ڊگهائي ڦاڪ $180^{o}$

ڊگهائي ڦاڪن جي ليڪن کي سڃاڻڻ جو طريقو

**شڪل 1.7 ڊگهائي ڦاڪون**

ٻه ڊگهائي ڦاڪون ڏاڍيون اهم آهن، جن کي خاص نالا ڏنا ويا آهن.

### (i) پرائيم ميريڊين:

سڀ کان اهم ڊگهائي ليڪ ٻڙي ڊگري ($0^{o}$) تي بيٺل ڊگهائي ڦاڪ آهي، جنهن کي پرائيم ميريڊين به سڏين ٿا. ان جي اهميت جو مکيه سبب اهو آهي ته ڌرتيءَ تي ڪٿي به اوڀر کان اولهه، مفاصلو ماپڻ لاءِ، اهو هنڌ شروعاتي نقطو آهي (يعني اتان ئي ماپ شروع ڪبي). پرائيم ميريڊين تي ”گڏيل عالمي وقت“ (Coordinated Universal Time) ٻڌل آهي. سڀ ملڪ ۽ علائقا انهيءَ عالمي وقت تي پنهنجي وقت جي ڪٿ ڪندا آهن. انهيءَ ڪري به ان جي اهميت وڌيل آهي.

### (ii) بين الاقوامي تاريخ- ليڪ (International Date Line):

پرائيم ميريڊين يا ٻڙي ڊگري ($0^{o}$) ڊگهائي ڦاڪ جي ٻنهي پاسي طرف 180° ڊگري جي ڊگهائي ڦاڪ آهي، جنهن کي بين الاقوامي تاريخ – ليڪ (IDL) به سڏين ٿا. اُهي ملڪ ۽ علائقا جيڪي بين الاقوامي تاريخ - ليڪ جي اوڀر يا اولهه ۾ آهن، انهن جون تاريخون مختلف آهن. جيئن ئي توهان آءِ- ڊي- ايل (IDL) کان گذرندؤ ته اولهه طرف وڃڻ سان توهان کي هڪ ڏينهن وڌيڪ ملندو يا اوڀر طرف وڃڻ سان هڪ ڏينهن کي وڃائڻو پوندو. شڪل 1.8 ڏسو. ان مان توهان کي

خبر پوندي تہ بين ڊگهائي ڦاڪن جي ليڪن وانگر آءِ- ڊي- ايل (IDL) سڌي ليڪ ناهي. اهو ان ڪري ڪيو ويو آهي تہ جيئن هڪ سڄي ملڪ يا علائقي ۾ هڪڙي ئي تاريخ هجي.

شڪل 1.8 بين الاقوامي تاريخ-ليڪ

پرائيم ميريڊين ۽ آءِ- ڊي- ايل (IDL) هڪ گول دائرو ناهين ٺهيون، جيڪو ڌرتيءَ کي اوڀر ۽ اولهہ وارن اڌ گولن ۾ ورهائي ٿو. اهو بلڪل ائين آهي،جيئن خطِ استوا ($0^{o}$) ٻڙي ڊگري ويڪرائي ڦاڪ تي ڌرتيءَ کي اُتر ۽ ڏکڻ اڌ گولن ۾ ورهائي ٿي.

اوڀر وارو اڌ گول، پرائيم ميريڊين جي اوڀر ۾ ۽ آءِ- ڊي- ايل (IDL) جي اولهہ ۾ آهي. ايشيا، آسٽريليا ۽ آفريڪا جو گهڻو ڀاڱو، اوڀر واري اڌ گول جو حصو آهن. الهندو اڌ گول پرائيم ميريڊين جي اولهہ ۽ آءِ- ڊي- ايل (IDL) جي اوڀر ۾ آهي. اُتر ۽ ڏکڻ آمريڪا، برطانوي ٻيٽن (آئرلينڊ ۽ ويلز سميت) جو الهندو پاسو ۽ آفريڪا جو اُتر- اولهہ وارو ڀاڱو، اولاهين اڌ گول جو حصو آهي.

ٻڌايو تہ پاڪستان ڪهڙي اڌ گول ۾ آهي؟

## سرگرمي:

پنهنجي بڪ ۾ هڪ صفحي تي اُڀيون ۽ ليٽيل ليڪون ڪيو. وچ واري ليٽيل ليڪ تي خط استوا لکو ۽ ٻين تي $20^{o}N$, $10^{o}N$ جا نشان هڻو جيئن هيٺ ڏيکاريل آهن. بلڪل وچ واري اُڀي ليڪ تي پرائيم ميريڊين لکو ۽ ٻين تي $10^{o}W$, $10^{o}E$ جا نشان لڳايو. ڪنهن بہ گرڊ ۾ هڪ تارو ناهيو. پنهنجي ساٿيءَ کي چئو تہ اهو اوهان کي ٻڌائي تہ اهو تارو ڪهڙي گرڊ (جار) ۾ ٻيٺل آهي.

ڌرتيءَ جو گولو ناهي ان ۾ ڊگهائي ڦاڪون ۽ ويڪرائي ڦاڪون ڏيکاريو.

180 ڊگهائي ڦاڪ تي آءِ- ڊي- ايل (IDL) جو نشان لڳايو.

## ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪن کي استعمال ڪندي، ڪنهن هنڌ جي بلڪل صحيح بيهڪ ڳڻائڻ:

جيڪڏهن توهان ڌرتيءَ جي گولي يا نقشي تي نگاهه وجهندؤ ته توهان کي ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪون صاف نظر اينديون. انهن ڦاڪن جي مدد سان اوهان نقشي تي ڪنهن به هنڌ جي بلڪل درست بيهڪ ڳولي سگهو ٿا. اچو ته ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪن جي مدد سان نقشي تي اسلام آباد جي درست بيهڪ ڳوليون. هيٺ ڏنل ڏاڪن مطابق عمل ڪريو:

شڪل1.9- پاڪستان جي نقشي تي ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪون ڏيکاريل

1- نقشي تي اسلام آباد کي ڳولڻ. ان کي هڪ نشاني ذريعي ظاهر ڪيو ويو جيڪا ▣ هن نشانيءَ جهڙي آهي.

2- اسلام آباد جي انهيءَ نشانيءَ کان گذرندڙ هڪ ليٽيل ليڪ ڪڍو. $32^{o}$ اُتر ۽ $36^{o}$ اُتر جي وچ واري حصي کي چئن برابر وِٿين ۾ ورهايو. جيڪا ليٽيل ليڪ توهان ڪڍي آهي، اُها $33^{o}$ اُتر کي بلڪل ويجهي آهي. هاڻي اها ويڪرائي ڦاڪ 33.42 ڊگريون اُتر تيندي.

3- اسلام آباد جي انهيءَ نشانيءَ کان گذرندڙ هڪ اُڀي ليڪ ڪڍو. 72 ڊگريون اوڀر ۽ 76 ڊگريون اوڀر جي وچ واري حصي کي چئن هڪ جيترين وِٿين ۾ ورهايو. جيڪا اُڀي ليڪ اوهان ڪڍي آهي، اُها 73° ڊگريون اوڀر کي بلڪل ويجهي آهي. هاڻي اها ڊگهائي ڦاڪ 73.9 ڊگريون اوڀر تي.

4- پهريان ويڪرائي ڦاڪون پڙهو ۽ ان کان پوءِ ڊگهائي ڦاڪون ڳڻيو. هاڻي اسلام آباد جي بيهڪ 33.42° ڊگريون اُتر ۽ 73.9° ڊگريون اوڀر تيندي.

## ڊگهائي ۽ ويڪرائي ڦاڪن جي مدد سان نقشي تي ڪنهن جاءِ جو بلڪل صحيح هنڌ ڳولڻ:

ائٽلس يا نقشن جي ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏسٽي يا انڊيڪس ڏنل هوندي آهي. ائٽلس ۾ ڏيکاريل سمورا هنڌ الف ب جي ترتيب سان موجود آهن. هر هڪ داخلا هن ريت ڪيل هوندي آهي. مثال طور ڪراچي $24.52^o$ اُتر $67.03^o$ اوڀر. ان ذريعي اسان کي خبر پئي ته ڪراچيءَ جي بيهڪ 24.52 ڊگريون اُتر ۽ 67.03 ڊگريون اوڀر تي آهي. شڪل 1.10 ۾ ڏيکاريل نقشي تي $24^oN$ ڳوليو. ان جي ويجهو هڪ ليٽيل ليڪ ڪڍو. $67^oE$ ڳوليو ۽ ان جي ويجهو اُڀي ليڪ ڪڍو. توهان ڏسندؤ ته ٻئي ليڪون جتي گڏجن ٿيون، ڪراچي بلڪل اتي آهي.

شڪل 1.10- پاڪستان جو نقشو

سرگرمي

(الف) توهان جيڪو طريقو سکيا آهيو، ان کي استعمال ڪري پشاور ۽ حيدرآباد جي صحيح بيهڪ ڏيکاريو.

(ب) جن شهرن جي بيهڪ (1) $31.25^oN$-$73.9^oE$ (2) $25.22^oN$-$68.22^oE$ تي آهي، انهن کي ڳولي لهو.

## پاڪستان جي صحيح يا درست بيهڪ :

توهان اهو ته سکي آيا آهيو ته ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جي مدد سان، نقشي يا ڌرتيءَ جي گولي تي ڪنهن هنڌ جي درست بيهڪ ڪيئن معلوم ڪجي. ڪنهن ملڪ جي صحيح بيهڪ معلوم ڪرڻ لاءِ توهان کي ان ملڪ جي چيڙي وارن نقطن جي طرفن جهڙوڪ اُتر، ڏکڻ، اوڀر ۽ اولهه کي پڻ معلوم ڪرڻو آهي. اچو ته پاڪستان جي صحيح بيهڪ معلوم ڪريون.

- پاڪستان جي اُتر طرف آخري چيڙو معلوم ڪيو ۽ ويڪرائي ڦاڪ پڙهو. اُها 36.75 ڊگريون اُتر آهي.
- ڏکڻ جي آخري حد کي ڏسي ويڪرائي ڦاڪ پڙهو. اُها 23.45 ڊگريون اُتر آهي.
- هاڻي وري اوڀر طرف آخري چيڙو ڳوليو. ڊگهائي ڦاڪ پڙهو، جيڪا 75.5 ڊگريون اوڀر آهي.
- وري اولهه طرف ڊگهائي ڦاڪ ڏسو، جيڪا 61 ڊگريون اوڀر آهي.

هاڻي اسين ٻڌائي سگهون ٿا ته پاڪستان جي بيهڪ اُتر اڌ گول ۾ 23.45 ڊگريون اُتر ۽ 36.75 ڊگريون اُتر وچ ۾ ۽ 61 ڊگريون اوڀر ۽ 75.5 ڊگريون اوڀر وچ ۾ آهي.

## پاڪستان جي بيهڪ جي اهميت:

اسان هاڻي معلوم ڪيو ته پاڪستان جي بيهڪ اُتر اڌ گول ۾ $23.45^{o}$ اُتر ۽ $36.75^{o}$ اُتر وچ ۾ ۽ $61^{o}$ اوڀر ۽ $75.5^{o}$ اوڀر وچ ۾ آهي. جيئن ته هن علائقي ۾ سال جون چار ئي موسمون ٿين ٿيون، تنهنڪري هتي مختلف قسم جا فصل اُپايا وڃن ٿا. چراگاهن ۽ پٽن تي چوپايو مال پالجي ٿو. اسان اهو به پڙهيو ته پاڪستان ايشيا کنڊ ۾ آهي، جيڪو ڏکڻ ايشيا جو هڪ اهم ملڪ آهي. پاڪستان سارڪ تنظيم جو ميمبر آهي. اُتر ۾ صنعتي طور ترقي يافته ملڪ چين سان، ان جا دوستيءَ وارا لاڳاپا آهن. پاڪستان جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪيترائي اسلامي ملڪ آهن، جن سان ڀائپيءَ وارا ناتا قائم آهن. پاڪستان جي ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ آهي. بين الاقوامي واپار ۾ عربي سمنڊ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو.

## پئمانو (Scale):

ڌرتيءَ تي جيڪي شيون يا هنڌ موجود آهن، انهن کي اصلي ماپ ۽ قدر مطابق نقشي تي ڏيکارڻ ممڪن ناهي. نقشو ڌرتيءَ تي موجود مختلف شين ڏيکارڻ جو هڪ ليڪيل ۽ ماپيل نمونو آهي. نقشي ۾ ڄاڻايل پيمانو يا اسڪيل، نقشي تي ڏيکاريل مفاصلن جي ڀيٽ، ڌرتيءَ جي سطح تي قائم اصلي مفاصلن سان ڪرائي ٿو. نقشي جو پئمانو، مفاصلي کي سولائي سان ماپڻ جو هڪ ذريعو آهي. ان کي هڪ بيان يا ليڪ وسيلي پڻ ٻڌائي سگهجي ٿو.

### (i) بياني پئمانو (Statement Scale):

لفظن يا انگن ذريعي ظاهر ڪيل ماپي کي بياني پئمانو چوندا آهن جيئن شڪل 1.11 ۾ ڏيکاريل آهي.

| نقشي تي هڪ سينٽي ميٽر، ميدان تي 10 ڪلو ميٽرن جي برابر آهي |
|---|

شڪل 1.11 اسڪيل اسٽيٽمينٽ يا بياني پئمانو

### (ii) ليڪائون يا خطي پئمانو (Line Scale):

ليڪائون پئمانو هڪ ڊگهي ليڪ آهي، جيڪا ڪيترن سينٽي ميٽرن ۾ ورهايل هوندي آهي. شڪل 1.12 کي ڏسو. 0 کان 100 ڪلوميٽرن جو مفاصلو ٻن سينٽي ميٽرن ۾ ڏيکاريو ويو آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته نقشي تي ٻه سينٽي ميٽر ڌرتيءَ تي هڪ سؤ ڪلو ميٽرن جي برابر آهن يا هڪ سينٽي ميٽر برابر ٿيو 50 ڪلوميٽرن جي.

700ڪلوميٽر 600 ڪلوميٽر 500 ڪلوميٽر 400ڪلوميٽر 300ڪلوميٽر 200ڪلوميٽر 100ڪلوميٽر

شڪل: 1.12 ليڪائون پئمانو (A Line Scale)

## (iii) نسبتي يا ڀڱل پئمانو (Ratio or Fractional Scale)

هن قسم جي پئماني ۾، مفاصلي جو ايڪو ڄاڻايل نہ هوندو آهي بلڪ هڪ نسبت قائم ڪيل هوندي آهي، جنهن ڪي مفاصلي جي سيني يونٽن تي لاڳو ڪبو آهي. مثال طور 1:100. هن نسبت ۾ جيڪڏهن 1 معنيٰ هڪ سينٽي ميٽر تہ 100 جي معنيٰ ٿيندي هڪ سؤ سينٽي ميٽر پر جيڪڏهن 1 معنيٰ هڪ ڪلو ميٽر تہ 100 جي معنيٰ ٿيندي 100 ڪلوميٽر.

ٻار، هِرا روڊ ۽ گولڊ ٽائون وچ ۾ مفاصلي کي ماپي رهيو آهي

اسڪيل يا پئماني کي استعمال ڪندي ۽ حقيقي مفاصلو معلوم ڪرڻ

شڪل 1.13

اچو تہ سکون ٻن هنڌن، گولڊ ٽائون ۽ هِرا روڊ وچ ۾ ڪيترو مفاصلو آهي؟

-1 هِرا روڊ ۽ گولڊ ٽائون کي نقشي تي ڳوليو.

-2 هِرا روڊ ۽ گولڊ ٽائون مٿان ڪاغذ جو سڌو ٽڪرو رکو. ڪاغذ تي هرا روڊ لاءِ 'A' ۽ گولڊ ٽائون لاءِ 'B' جي نشاني لڳايو.

-3 ڪاغذ کي نقشي تي ليڪائين پئماني جي ابتڙ رکو جيئن 'A' ٻُڙي نشان تي اچي. هاڻي 'B' نشاني کي ڏسو تہ ڪهڙي هنڌ تي آهي. هن صورتحال ۾ اهو مفاصلو 13 ڪلو ميٽرن کان وڌيڪ آهي.

-4 اهو معلوم ڪرڻ لاءِ تہ بلڪل صحيح مفاصلو 13 ڪلو ميٽرن کان ڪيترو وڌيڪ آهي، توهان پئماني يا اسڪيل کي هڪ جيترن حصن ۾ ورهائي سگهو ٿا. هاڻي اڻ پورو مفاصلو بہ ٻڌائي سگهو ٿا.

-5 هِرا روڊ ۽ گولڊ ٽائون وچ ۾ مفاصلو 13.5 ڪلو ميٽر آهي.

### سرگرمي

شڪل 1.9 ۾ ڏيکاريل نقشي کي استعمال ڪندي، ڪراچي ۽ اسلام آباد وچ ۾ مفاصلي کي ماپيو. ٻڌايو تہ حقيقي طور ڌرتيءَ تي اهو مفاصلو ڪيترو آهي؟

### پئماني کي استعمال ڪندي روڊن ۽ دريائن جي ماپ ڪرڻ

روڊ ۽ درياءَ سنوان سڌا ڪونہ هوندا آهن. اڪثر اهي ور وڪڙن وارا هوندا آهن.ورورڪڙن ۽ ڦيري وارن مفاصلن کي ڪيئن ماپجي؟ ان لاءِ اهو بهتر ٿيندو تہ اسان ڌاڳي ڪان ڪم وٺون.

1- ڌاڳي جو هڪ ڇيڙو جنهن رستي يا درياءَ کي ماپڻو آهي، ان جي هڪ ڇيڙي تي رکو.
2- ڌاڳي کي رستي يا درياءَ جي مٿان ائين رکندا اچو، جيئن اهو اڳتي وڌي رهيو آهي (بلڪل ٽريس ڪرڻ وانگيان).
3- جڏهن توهان رستي يا درياءَ جي آخري ڇيڙي تي پهچو تہ ان هنڌ ڌاڳي تي نشان لڳايو.
4- هاڻي سڌي ڌاڳي کي پئماني تي رکو ۽ ائين ماپيو جيئن توهان اڳ، رستي کي ماپي آيا آهيو.
5- حاصل ڪيل ماپ کي لکو.

**سرگرمي:** ڌاڳي جي مدد سان سنڌو نديءَ جي ڊيگهہ ماپيو تہ اها ڪيتري ڊگهي آهي؟

### عالمي وقت-پٽا (World Time Zones):

دنيا جا وقت- پٽا يا دائرا ان حقيقت تي ٻڌل آهن تہ ڌرتي هر ڪلاڪ ۾ $15^{\circ}$ ڊگريون ڊگهائي ڦاڪن ڪان گذري ٿي. تنهنڪري 24 معياري وقت پٽا (24 ڪلاڪ× $15^{\circ}=360^{\circ}$) (ڏسو شڪل 1.14) وقت - پٽن جو شمار يا ڳڻپ پرائيم ميريڊين (ٻڙي ڊگري ڊگهائي ڦاڪ) ڪان ٿئي ٿي جيڪا گرين وچ، انگلنڊ مان لنگهي ٿي. هرهڪ وقت- پٽو مرڪزي ميريڊين تي ٻڌل آهي، جنهن جو شمار پرائيم ميريڊين جي 15 ڊگرين جي وٿين ڪان ٿئي ٿو ۽ مرڪزي ميريڊين جي ٻنهي پاسي $7.5^{o}$ وڌيل آهي. پهريون وقت- پٽو، 0 جي نشان ڪان شروع ٿئي ٿو، جيڪو، پرائيم ميريڊين جي ٻنهي پاسي $7.5^{o}$ ڊگهائي ڦاڪن تي واقع آهي. آخري وقت- پٽو 12 جي نشان تي آهي جيڪو $172.5^{o}$ ڊگهائي ڦاڪن تي، بين الاقوامي تاريخ–ليڪ جي ٻنهي پاسي آهي. وقت- پٽي ٻڙي (0) جي اوڀر پاسي وارن حصن کي واڌو (+) جي نشانيءَ سان ظاهر ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ ان جي اولهہ پاسي وارن پاڳن کي ڪاٽو (-) جي نشانيءَ ذريعي واضح ڪيو ويو آهي. ٻُڙيءَ ڪان ٻارهين وقت- پٽي وارا حصا اوير توڙي اولهہ جي گروپن ۾ ساڳيا ۽ هڪجهڙا آهن، ٻُڙي وقت- پاڳي وٽ نڪو واڌو (+) نڪو ڪاٽو (-) نشاني استعمال ٿئي ٿي، جڏهن تہ ٻارهين وقت پٽي ڪان پوءِ واڌو ۽ ڪاٽو جي نشاني جو استعمال ٿئي ٿو.

دنيا جا وقت- پٽا، ڊگهائي ڦاڪن ۽ وقت وچ ۾ تعلق قائم ڪن ٿا. ٻن گڏوگڏ وقت- پٽن ۾ وقت جو فرق هڪ ڪلاڪ آهي. تنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ 15 ڊگريون ڊگهائي ڦاڪ هڪ ڪلاڪ جو فرق ڏيکاري ٿي تہ هڪ ڊگري چئن منٽن جو تفاوت ڏيکاريندي. پاڪستان جي بيهڪ +5 وقت پٽي ۾ آهي تنهنڪري ان جو وقت لنڊن جي وقت ڪان پنج ڪلاڪ اڳ آهي (جيڪو ٻُڙي وقت - پٽي

۾ آهي). هاڻي جڏهن پاڪستان ۾ رات جا اَٺ وڳا هوندا ته لنڊن ۾ منجهند جا ٽي ٿيا هوندا. (ساڳي تاريخ تي).

شڪل1.14 عالمي وقت-پٽا

## نقشن جا قسم:

نقشو هڪ قسم جي ڊرائنگ آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي سڄي مٿاڇري کي سمورو يا ان جي ڪنهن حصي کي ظاهر ڪري ٿو. نقشن ذريعي خبر پوي ٿي ته هڪ جاءِ ٻئي هنڌ جي نسبت سان ڪٿي آهي؟ هيٺ نقشن جي ٽن قسمن بابت سمجهاڻي ڏجي ٿي.

### 1. طبعي نقشا:

شڪل 2.1 کي صفحي 18 تي ڏسو. اهو هڪ طبعي نقشو آهي، ان ۾ طبعي پاڳا جهڙوڪ جبل، ٽڪريون، درياءَ ۽ سمنڊ مختلف رنگن ۾ ڏيکاريل آهن.

### 2. سياسي يا ملڪي نقشو:

شڪل 1.1 ۽ 1.2 ڏسو. اهي سياسي، ملڪي انتظامي نقشا آهن. اهي ملڪن يا شهرن جون حدون ڏيکاريندا آهن.

### 3. رليف نقشو:

صفحي 22 تي شڪل 2.3 ڏسو. رليف نقشو زمين جي مٿاڇري کي جبلن، ماٿرين، ميداني علائقن ۽ سمنڊن جي گهرائي جي صورت ۾ نقشي تي ئي هيٺ مٿانهون ڪري مختلف رنگن ۾ ظاهر ڪري ٿو. ڌرتيءَ جي بيهڪ کي قدرتي بيهڪ مطابق نهڪائي ڏيکارجي ٿو.

## اختصار

هن باب ۾ توهان سکيو ته خيالي ويڪرائي ڦاڪون 180 آهن. جڏهن ته خيالي ڊگهائي ڦاڪون 360 آهن. ڌرتيءَ جي گولي توڙي نقشي تي اهي ڦاڪون ڪنهن جاءِ يا هنڌ کي ڳولڻ ۾ اسان جي مدد ڪن ٿيون. دنيا ۾ ڪنهن هنڌ جو وقت معلوم ڪرڻ ۾ ڊگهائي ڦاڪون مددگار ثابت ٿين ٿيون. اسان کي اهو به معلوم ٿيو ته نقشن جا به مختلف قسم آهن جهڙوڪ طبعي، سياسي ۽ ماحولياتي يا موسمي نقشا. سڀني نقشن ۾ پئمانو يعني اسڪيل (Scale) ڏنل هوندو آهي. نقشي تي پئماني کي بياني، هڪ پتيءَ يا نسبت ۾ لاڳاپي جي حوالي سان ظاهر ڪجي ٿو. اسان پئماني کي استعمال ڪري مختلف هنڌن جي مفاصلي کي ماپي سگهون ٿا ۽ ساڳئي وقت دريائن ۽ رستن جي ديگهه پڻ ٻڌائي سگهون ٿا.

## مشق

(الف) گهڻ- جوابي سوال. هر هڪ سوال هيٺيان ٽي جواب ڏنل آهن. صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو.

(i) خيالي ڦاڪون يا ليڪون جيڪي نقشي تي اُتر کان ڏکڻ، ڊوڙن ٿيون، تن کي ________ سڏجي ٿو.

(الف) ويڪرائي ڦاڪون (ب) ڊگهائي ڦاڪون (ج) پور-وچوٽي هلندڙ ليڪون.

(ii) 23.5S تي گذرندڙ ويڪرائي ڦاڪ کي ________ چئبو آهي.

(الف) آرڪٽڪ سرڪل (ب) ٽراپڪ آف ڪينسر (ج) ٽراپڪ آف ڪيپريڪان.

(iii) وقت جي لحاظ سان دنيا کي ڪيترن پٽن (ڪمربندن) ۾ ورهايو ويو آهي؟

(الف) 12 (ب) 15 (ج) 24

(iv) اهي نقشا جن تي ملڪن جون حدون ڄاڻايل هونديون آهن، تن کي ____ چئبو آهي.

(الف) طبعي نقشا (ب) سياسي نقشا (ج) ماحولياتي/ موسمي نقشا.

(v) ڪهڙي نقشي ۾ جبل ۽ درياءَ ڏيکاريل هوندا آهن؟

(الف) طبعي نقشو (ب) سياسي يا ملڪي نقشو (ج) ماحولياتي/ موسمي نقشو

(ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو.

1- خيالي ويڪرائي ۽ خيالي ڊگهائي ڦاڪون ڪيتريون آهن؟
2- مکيه ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جا نالا لکو.
3- نقشن جي مختلف پئمانن (Scale) جا نالا ۽ قسم ڄاڻايو.
4- پاڪستان جي بيهڪ جي اهميت جا ٽي سبب بيان ڪريو.

(ج) خاڪي کي مڪمل ڪريو.

1- هيٺ ڏيکاريل شڪل ۾ دنيا جو نقشو ڏنو ويو آهي.

(i) نقشي تي مکيه ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن جي نشاندهي ڪريو.

(ii) ان تي ڳاڙهيءَ وارن شهرن کي نشاني ڏني وئي آهي.

(iii) ڏنل خاڪي ۾ ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪون پريو. توهان لاءِ هڪ ڦاڪ ڏني وئي آهي.

دنيا جو نقشو

| جريان نمبر | شهر | بيهڪ | | اکر يا حرف |
|---|---|---|---|---|
| 1 | بيجنگ | $116^{O}$E | $39^{O}$N | |
| 2 | واشنگٽن | | | |
| 3 | ماسڪو | | | |
| 4 | ٽوڪيو | | | |
| 5 | لنڊن | | | |
| 6 | ڪينبيرا | | | |

## (د) عملي ڪم

1- نقشي جي پئماني کي استعمال ڪندي، سنڌ جي نقشي تي ڪراچي ۽ سکر وچ ۾ مفاصلي جي ماپ ڪريو.

2- نقشي جي پئماني کي استعمال ڪندي، پاڪستان جي نقشي تي سنڌو درياءَ جي ڊيگھ ماپيو.

3- پلاسٽڪ جو سستو بال خريد ڪريو. بال جي هينان ڪان مٿي برابر مفاصلي تي هڪ نقطي يا ٻُڙيءَ کي ماپيو. لکو ته اها خط استوا (برابر) آهي. هر هڪ اڌ گول ڊار ڪري ڊيڪاريو ته جيئن باقي اهم ويڪرائي ڦاڪون نروار ٿين.

4- پنهنجي ڪلاس جي ڪمري جي ڊيگھ ۽ ويڪر جي ماپ ڪريو. هاڻي پنهنجي ڪاپيءَ تي ڪمري جو نقشو ٺاهيو. ان لاءِ پئماني جي پٽي ٺاهيو.

## (هـ) اضافي سرگرمي

ائٽلس جي پڇاڙيءَ ۾ ڏنل ڏسٽي (Index) تي نظر وجهو.اسان ڏسنداسين ته ائٽلس ۾ ڏيکاريل هر هنڌ الف ب وار ڄاڻايو آهي. اسان کي هر هنڌ جي داخلا هن طرح ملندي ملتان 71.36° E, 03.10° N 36B3 . ان مان اسان کي خبر پئي ته ملتان شهر کي بهتر نموني ڳولڻ لاءِ صفحو 36 ڏسو. جنهن جو گرڊ يا چار B3 آهي. ان کان سواءِ اها به خبر پئي ته ملتان جي بيهڪ 30.10 ڊگريون اُتر ۽ 71.36 ڊگريون اوڀر ۾ آهي. ائٽلس جي ڏسٽيءَ ۾ ٽن مختلف شهرن جي بيهڪ معلوم ڪريو.

باب ڀيو

# پاڪستان ۽ دنيا جا طبعي ڀاڱا

## سِکيا جا نتيجا

هن باب جي پڇاڙيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- ”ڀاڱي“ لفظ جي وصف مثالن سان سمجهائڻ.
2- پاڪستان جي مُک طبعي ڀاڱن کي سڃاڻڻ.
3- پاڪستان جي هر هڪ طبعي ڀاڱي جي نمايان خاصيتن ۽ اُهڃاڻن کي بيان ڪرڻ.
4- دنيا جي نقشي تي ساڳيون خاصيتون رکندڙ طبعي ڀاڱن کي ڳولي لهڻ.
5- پاڪستان جي مختلف طبعي ڀاڱن ۾ رهندڙ ماڻهن جي، دنيا جي ساڳين طبعي ڀاڱن ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگين سان ڀاڻ ۾ ڀيٽ ڪرڻ.
6- پنهنجي پسند جي ڪنهن ملڪ بابت ”سياحن لاءِ گائيڊ بڪ“ تيار ڪرڻ، جنهن ۾ ان ملڪ جي بيهڪ ۾ حاصل ڪيل معلومات کي چنڊي ڇاڻي پيش ڪرڻ.
7- ”هڪ ٻئي تي دارومدار رکڻ يا ڀاڙڻ“ کي سمجهائڻ.
8- اهڙيون مختلف ڳالهيون ٻڌائڻ، جن جي لاءِ ماڻهو هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا.
9- پاڪستان جا ماڻهو ڪهڙين ڳالهين لاءِ هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا؟
10- اهڙيون ڳالهيون چٽي طرح بيان ڪرڻ، جن جي لاءِ دنيا جا ملڪ هڪٻئي تي ڀاڙين ٿا.

# پاڪستان ۽ دنيا جا طبعي پاڱا

## پاڱا:

جيئن اسان جي مُنهن جي بناوت جون خاص ڳالهيون، اکيون، ڪن ۽ نڪ وغيره آهن، تيئن هر هنڌ ياماحول جون بہ پنهنجون مکيہ ڳالهيون يا بناوتون آهن، جيڪي بہ آهن: قدرتي ۽ ثقافتي. اهڙيءَ طرح طبعي پاڱو ان کي تو چئجي جنهن علائقي ۾ هڪ يا ان کان وڌيڪ قدرتي يا ثقافتي خاصيتون يا اهڃاڻ موجود آهن. ساڳين طبعي خاصيتن وارن علائقن کي طبعي پاڱا چئجي ٿو. مثال طور خط استوائي پاڱو قدرتي آهي جيڪو خط استوا جي 5° اُتر ۽ 5° ڏکڻ ۾ آهي. هن پاڱي جي آبهوا ساڳي آهي. اهڙن متانهن علائقن کي جابلو پاڱو سڏجي ٿو. ساڳي ٻولي يا سياسي نظام وارا پاڱا ثقافتي پاڱا چئجن ٿا. اوڀر آفريڪا ۾ انگريزي ٻولي وڌيڪ ڳالهائي وڃي ٿي تہ ان کي "انگريزي ڳالهائيندڙن جو پاڱو" ۽ اولهہ آفريڪا ۾ فرينچ ٻولي گهڻي ڳالهائي وڃي ٿي تہ ان کي "فرينچ ڳالهائيندڙن جو پاڱو" سڏجي ٿو.

**سرگرمي**

(الف) لفظ "پاڱي" جي وصف بيان ڪيو. هڪ مختلف طبعي پاڱي ۽ ثقافتي پاڱي جو مثال ڏيو (مٿين مثالن مان جواب ڳوليو).

(ب) ٻن خاص ڳالهين وارن پاڱن جون تصويرون ڪيو. پنهنجي هم ڪلاسين کي اهي ڏيکاريو. ڪين چئو تہ تصويرون ڏسي ٻڌائين تہ اهي ڪهڙيون مکيہ ڳالهيون ظاهر ڪن ٿا.

## پاڪستان جا مکيہ طبعي پاڱا

اڳيئن صفحي تي ڏنل پاڪستان جي نقشي تي نگاهہ وجهو. مکيہ طبعي اُهڃاڻن جي ڪري پاڪستان کي هيٺين پاڱن ۾ ورهايو ويو آهي:

1- جابلو پاڱو
2- متانهان پٽ
3- سنڌوءَ جو ميداني پاڱو
4- سامونڊي ڪناري وارو پاڱو
5- ريگستاني پاڱو

شڪل 2.1- پاڪستان جو طبعي نقشو

## 1- جابلو پاڱو

پاڪستان جي اُتر، اُتر اوڀر ۽ اُتر اولهه ۾ ڪيترائي جبل آهن. هن پاڱي ۾ هماليه جبل، قراقرم ۽ هندوڪش جبل اچي وڃن ٿا. هندوڪش جبل جي ڏکڻ ۾ سفيد جبل ۽ سليمان جبل جون قطارون آهن. جبلن جي وچ ۾ اونهن دريائن واريون واديون آهن.

پاڪستان جو جابلو پاڱو

**استادن لاءِ هدايت:** پاڪستان جو وڏو نقشو ناهيو يا هٿ ڪيو. ان تي پلاسٽڪ جو پوش چاڙهيو. جڏهن ٻارن کي پاڪستان جا طبعي پاڱا پڙهايو ته کين چئو ته پلاسٽڪ مٿان مٽي، واري، پٿر وغيره انهن قدرتي پاڱن مٿان رکن ۽ انهن علائقن جي طبعي سجاوٽ ڪرائين ۽ پوءِ نقشي جي پلاسٽڪ کي صاف ڪري ڇڏين. (مثال طور- ريگستان مٿان واري وغيره).

## هماليہ جبل

پاڪستان جي اُتر اوڀر ۾ هماليہ جبل جون قطارون آهن. انهن کي اوچائيءَ جي لحاظ سان ٽن قطارن يا جابلو سلسلن ۾ ورهايو ويو آهي.

### هماليہ جون اندروني يا هيٺانهيون قطارون:

- هماليہ جا ڏاڪڻا حصا.
- راولپنڊي ضلعي جي حدن ۾ واقع آهن.
- 600 کان 1200 ميٽر سمنڊ جي سطح کان مٿانهان آهن.

### هماليہ جون نڍيون قطارون:

- هي اندروني ۽ هماليہ جي بلند ترين جابلو قطارن جي وچ وارو جابلو ڀاڱو آهي.
- هي قطارون راولپنڊي جي اُتر ۾ آهن.
- هنن جي سراسري اُوچائي، سمنڊ جي سطح کان 1800 کان 4600 ميٽر آهي.

### هماليہ جون بلند ترين جابلو قطارون:

- هي ڪوهستان ضلعي ۾ واقع آهن.
- هي جابلو قطارون سڄو سال برف سان ڍڪيل رهن ٿيون.
- هنن جابلو قطارن جي اُوچائي سمنڊ جي سطح کان 6500 ميٽر آهي.

هماليہ جي نڍين قطارن جي آبهوا ٿڌي آهي. اتان جي ماڻهن مري، نٿيا گلي ۽ گهوڙا گلي کي هل اسٽيشنون بنايو آهي، جتي پاڪستاني ۽ ٻاهريان سياح ٿڌي موسم ۽ برفباري جا مزا وٺڻ اچن ٿا ۽ قدرتي حسن جو نظارو ڪن ٿا.

گهڻ اُتانهن هماليہ جبلن جي ٿڌڙي موسم ۽ قدرتي سونهن

## قراقرم جبل

قراقرم جون جابلو قطارون، اُتر ڪشمير ۽ گلگت بلتستان جي علائقي ۾ آهن. هتان جا جبل اُتانهان آهن. دنيا جي ٻيو نمبر بلند ترين جابلو چوٽي K-2 هنن قطارن جو حصو آهي. ڪي-ٽو جابلو چوٽي ٻاروهي (سڄو سال) برف سان ڍڪيل رهي ٿي.

جيئن تہ قراقرم جبل ڏاڍا اُتانهان آهن، تنهنڪري انهن کي پار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. تنهن هوندي بہ ڪجھ لڪ ۽ رستا، اچ وڃ لاءِ ناهيا ويا آهن. قراقرم جو شاهي رستو هنن جبلن مان ناهيو ويو آهي، جنهن ذريعي پاڪستان ۽ چين وچ ۾ ماڻهن ۽ مال جي آمدرفت ٿئي ٿي. اڪثر ماڻهو هنزه ۽ گلگت جي سر سبز ماٿرين ۾ رهن ٿا.

قراقرم جبل ۾ دنيا جي ٻي وڏي جابلو چوٽي ڪي- ٽو

## هندوڪش جبل

هندوڪش جبل جون قطارون پاڪستان جي اُتر اولهه ۾ آهن، جيڪي پاڪستان ۽ افغانستان وچ ۾ سرحد جو ڪم ڏين ٿيون. هنن جابلو قطارن جي بلند ترين چوٽي تِرچ مير (Trich Mir) آهي، جيڪا چترال (پاڪستان) ۾ آهي. قراقرم جبل جيان، هندوڪش جون چوٽيون بہ سڄو سال برف سان ڍڪيل آهن. اتي پوک چڱي ٿئي ٿي.ڪابل ۽ سوات نديون هن جبل مان وهن ٿيون. ماڻهو سوات ۽ چترال جي ماٿرين ۾ رهندا آهن.

## ٻيون جابلو قطارون ۽ ٽڪريون

هندوڪش جي ڏکڻ ۾ ڪوهِ سفيد (اڇو جبل) ۽ وزيرستان جون ٽڪريون آهن. هي جابلو قطارون پاڪستان ۽ افغانستان وچ ۾ سرحد جو ڪم ڏين ٿيون. خيبر جو مشهور لڪ، جنهن ذريعي پاڪستان ۽ افغانستان وچ ۾ آمد ورفت ۽ واپار هلي ٿو، هنن جابلو قطارن ۾ آهي. هتي ماٿرين ۾ آبادي ڪئي وڃي ٿي ۽ ماڻهو ڪڻڪ، چانور، ڪمند ۽ تماڪ پوکين ٿا.

ڏکڻ ۾ ڪجهه هيٺ سنڌوءَ جي ميداني علائقي ۽ بلوچستان جي مٿانهن پٽن جي وچ تي سليمان جبل ۽ ڪيرٿر جبل جون قطارون آهن، جتان چُن ملي ٿو، جيڪو سيمنٽ ناهڻ جي ڪتب اچي ٿو.

شڪل 2.2- دنيا جو نقشو جنهن ۾ مکيہ جابلو قطارون ڏيکاريل آهن

## سرگرمي

(الف) دنيا جي جابلو پاڳن جا نالا ٻڌايو. جن ملڪن ۾ اهي موجود آهن انهن جا نالا لکو.

(ب) جابلو پاڳن يا علائقن جون ٽي مکيہ ڳالهيون بيان ڪريو.

## 2- مٿانهان پَٽ

اهڙي مٿانهين جاءِ، جيڪا ڌرتيءَ جي مٿانهين سطح تي هموار ۽ سڌي سنئين هجي، ان کي مٿانهون پٽ (Plateau) چوندا آهن. پاڪستان ۾ اهڙا ٻہ مٿانهان پَٽ آهن. پوٺوهار جو مٿانهون پَٽ ۽ بلوچستان جو مٿانهون پَٽ.

## پوٺوهار جو مٿانهون پَٽ

هيءُ مٿانهون پَٽُ، سنڌو درياءَ ۽ جهلم نديءَ جي وچ تي آهي. ان جي سراسري اُوچائي 300 کان 600 ميٽر آهي. هتي مينهن ٿورو وسي ٿو. زمين پوک لائق ناهي. هتان تيل، قدرتي گئس، سنگِ مرمر ۽ چن جو پٿر کوٽي ڪڍيو وڃي ٿو. راولپنڊي ۽ پاڪستان جي گادي اسلام آباد، هن مٿانهين پٽ جا مشهور شهر آهن.

## بلوچستان جو مٿانهون پَٽ

بلوچستان جو مٿانهون پٽ، کيرٿر ٽڪرين ۽ سليمان جبل جي اولهہ ۾ آهي. ان جي سراسري اُوچائي 600 کان 900 ميٽر آهي. هتي بارش تمام ٿوري پوي ٿي. پاڻيءَ جي اَڻاٺ ۽ ٽاڪرو زمين جي ڪري آبادي ورلي ٿئي ٿي. جتي پاڻي ملي ٿو اتي فصل پوکجن ٿا. هتي اهڙيون واهيون آهن، جيڪي زمين جي هيٺان وهن ٿيون، انهن کي ڪاريز (Karez) چون ٿا. معدني پيداوار جهڙوڪ ڪوئلو،گئس،ٽامو ۽ سنگ مرمر هتان لڀي ٿو. ماڻهن جي مکيہ ڪرت رڍن جا ڌڻ پالڻ آهي.

بلوچستان جي مٿانهين پٽن تي مال چَري رهيو آهي.

شڪل 2.3 پاڪستان جو رليف نقشو

> **سرگرمي**
>
> (الف) دنيا جي ٻين حصن ۾ جيڪي مٿانهان پَٽ آهن، انهن مان ڪن به ٽن جا نالا لکو.
>
> (ب) مٿانهن پٽن جي نمايان ۽ خاص ڳالهين کي بيان ڪيو.

## 3- سنڌو درياءَ جا ميداني علائقا

درياءَ جي ميداني علائقن ۾ ٿيندڙ پوکون

سنڌو درياءَ جي ڊيگهه 2700 ڪلوميٽر آهي. هيءُ درياءَ هماليه جي اُوچن ۽ اُتانهن جبلن، جيڪي تبت ۾ آهن، کان شروع ٿئي ٿو ۽ گلگت ويجهو اچي پاڪستان جي حدن ۾ داخل ٿئي ٿو. ان هنڌ تي، هيءُ هڪ سوڙهو درياءُ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جنهن جي ويڪر اڌ ڪلو ميٽر کان به گهٽ آهي، پر سندس وهڪرو ڏاڍو تيز ۽ چوهو آهي. جيئن جيئن هيءُ درياءُ پنهنجو سفر اڳتي جاري

سنڌو درياءَ جو هيٺانهون علائقو

رکي ٿو، تيئن تيئن واٽ تي ڪيترين ندين ۽ برساتي نئين ان ۾ شامل ٿين ٿيون. سنڌو درياءُ ۽ ان جون مددي نديون پاڻ سان وڏي مقدار ۾ لٽ ۽ ٻيا زرخيز جزا آڻين ٿا، جنهن سان سنڌو درياءَ جا سرسبز پَٽَ ٺهيا آهن.

سنڌو درياءَ جي ميداني پٽن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. سنڌو درياءَ جو مٿانهون ميدان، سنڌو درياءَ جو هيٺانهون ميدان ۽ سنڌو درياءَ جو ڇوڙ وارو علائقو.

مٿانهون ميداني ڀاڱو اهو آهي، جتان ستلج، راوي، چناب ۽ جهلم نديون وهن ٿيون. ٻن دريائن جي وچ واري ايراضيءَ کي ”دوآب“ چئجي ٿو، جيڪو ڏاڍو زرخيز هوندو آهي.

منڻ ڪوٽ وٽ سنڌو درياءَ ۾ ان جون اوپر واريون مددگار نديون شامل ٿين ٿيون. منڻ ڪوٽ کان هيٺ سنڌو درياءُ پنهنجو سفر اڪيلي سر جاري رکي ٿو. هن علائقي کي سنڌو درياءَ جو هيٺانهون ميداني ڀاڱو چئجي ٿو.

سنڌو درياءُ، عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ کان اڳ ڪيترين شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. ان ڀاڱي کي سنڌو درياءَ جي ڇوڙ وارو علائقو سڏجي ٿو، جيڪو سجاول ۽ ٺٽي ويجهو شروع ٿئي ٿو. سنڌو درياءَ جي مٺي پاڻيءَ ۽ عربي سمنڊ جي کاري پاڻيءَ جي ميلاپ جي ڪري تمر جا گهاٽا ٻيلا جام ملن ٿا.

سنڌو درياءَ جي زرخيز ميدانن ۾ دنيا جو وڏو آبپاشي نظام قائم ڪيو ويو آهي. سنڌ ۽ پنجاب ۾ واهن جا ڄار وڇايل آهن جن تي بهترين فصل ٿين ٿا. ڪڻڪ، ڪپهه، ڪمند، چانور، ميوا ۽ ڀاڄيون وڏي مقدار ۾ اُپائجن ٿيون. صنعتون قائم ڪيون ويون آهن ۽ ماڻهن کي روزگار مليو آهي. پوري پُني آبهوا جي ڪري پاڪستان ۾ ماڻهن جي گهڻائي سنڌوءَ جي ميداني علائقي ۾ رهي ٿي.

سرگرمي:

(الف) دنيا جي اهڙي ٻين پنجن ميداني پٽن جا نالا لکو.

(ب) دنيا جي اهڙن ميداني علائقن ۽ پاڪستان جي پٽن ۾ تي ساڳيون ڳالهيون يا هڪجهڙايون بيان ڪيو.

## 4- ساموندي ڪناري وارو پاڱو

پاڪستان جو ساموندي ڪنارو بلوچستان کان بدين تائين پکڙيل آهي، جيڪو لڳ ڀڳ 1050ڪلو ميٽر ڊگهو آهي. ڪراچي شهر، ساموندي ڪناري تي ٻڌل آهي. اهو بهترين قدرتي بندرگاهه آهي. هتي ٻه وڏا بندر آهن جهڙوڪ پورٽ قاسم ۽ گوادر. بندرگاهه ٻين ملڪن سان واپار ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا، جنهنڪري ملڪ معاشي ترقي ڪري ٿو. ساموندي ڪناري تي آباد ماڻهن جي مکيه ڪرت مڇي مارڻ آهي، جنهن تي ئي سندن گذر سفر جو دارومدار آهي. ڪجهه مڇي مقامي مارڪيٽ ۾ وڪامي ٿي ته ٻي ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلجي ٿي.

قاسم پورٽ

گوادر پورٽ

سرگرمي:
(الف) دنيا جي پنجن ساموندي بندرگاهن جا نالا لکو.
(ب) پاڪستان جي ساحلي پاڱي جي مکيه خاصيتن کي بيان ڪريو.

## 5- ريگستاني پاڱو

ريگستان اهڙو علائقو آهي، جتي آبادي نه برابر ٿئي ٿي. مينهن اُنو ته ڪجهه ساوڪ ٿيندي، مال جو چارو ۽ ماڻهن کي اَنُ داڻا نصيب ٿيندا، نه ته ٿيو پلو. پاڪستان ۾ ٽي وڏا ريگستان آهن: (1) ٿر- چولستان (2) ٿل (3) چاغي - خاران.

- ٿر- چولستان جو ريگستان اوڀر پنجاب جي ڪجهه حصن ۽ سنڌ جي اوڀر ۾ آهي. ماڻهن جو عام ڌنڌو مال پالڻ آهي.
- ٿل جو ريگستان سنڌو ۽ جهلم دريائن وچ ۾ آهي. هتي غير آبپاشي طريقن سان زراعت ٿئي ٿي.
- چاغي - خاران جو ريگستان بلوچستان جي اُلهندي مٿانهين پٽ ۾ آهي، جيڪو خشڪ ۽ غيرآباد آهي.

ٿر جو ريگستان

گهٽ مينهن پوڻ جي ڪري پاڪستان جي ريگستاني علائقن ۾ خشڪ سالي رهي ٿي ۽ اڪثر علائقا غير آباد آهن، جتي واريءَ جا وڏا دڙا آهن، جن علائقن ۾ واهن رستي پاڻي پهچايو ويو آهي، اتي پوک ٿئي ٿي ۽ ماڻهو خوشحال زندگي گذارين ٿا.

خاران جو ريگستان

چولستان جي ريگستان ۾ ديرا وار قلعو

سرگرمي :

(الف) دنيا جي ٻن گرم ۽ ٻن ٿڌن ريگستانن جا نالا لکو.

(ب) ٿڌن ۽ گرم ريگستانن جي وچ ۾ ڀيٽ ڪريو.

## دنيا ۽ پاڪستان جي مختلف طبعي ڀاڱن ۾ ماڻهن جي زندگي ۽ رهڻي ڪهڻي

### جابلو علائقن ۾ زندگي

پاڪستان جي جابلو علائقن ۾ آبادي ڇدي آهي. ماڻهن جا مکيہ ڌنڌا وڻن جي واڍي، مال پالڻ، ڪاٺيون ڪوٺڻ ۽ سيّاحن کي سهوليت مهيا ڪرڻ آهن. هتي جي گهرن جي اڏاوت سادي آهي. موسم جي شدت ۽ سختيءَ سبب جابلو علائقن جا ماڻهو سياري ۾ ميداني علائقن ڏانهن هليا وڃن ٿا ۽ گرمين ۾ واپس موٽي ٿا اچن.

ڪاٺين جي ڪوٽائي

وڻن جي واڍي

هڪ سادو گهر

يورپ جي اَلپس (Alps) جبلن جون طبعي خاصيتون ساڳيون هماليہ جبلن جهڙيون آهن. اڪثر ماڻهن جو ڌنڌو سياحن جي خدمت ڪرڻ، صنعتن ۾ ڪم ڪرڻ، بئنڪن ۾ نوڪري ڪرڻ، تعليم ڏيڻ ۽ کير مکڻ لاءِ مال جي سنڀال ڪرڻ آهي. گهر ڏاڍا سهڻا، سيبتا ۽ سهولتن وارا ٺهيل آهن. جيئن تہ سال جا ٻارنهن ئي مهينا سهولتون موجود آهن، تنهنڪري موسمي لڏپلاڻ نٿي ٿئي.

جبلن تي چڙهڻ ۽ جابلو برف تي ترڪڻ

## ميداني علائقن ۾ ماڻهن جي زندگي

پاڪستان جا ميداني علائقا ڏاڍا زرخيز آهن. اتي معدنيات سان ڀرپور مٽي ۾ جهجهو پاڻي موجود آهي. ڀهراڙين ۾ پوک ۽ شهري علائقن ۾ ماڻهو ڪارخانن ۽ صنعتن ۾ ڪم ڪن ٿا، اتي تعليم، صحت ۽ سلامتيءَ جون خدمتون پڻ مهيا ڪيون ويون آهن. روزگار جا موقعا شهرن ۾گهڻا آهن ، تنهنڪري ڀهراڙيءَ جا ماڻهو شهرن ڏانهن لڏي وڃن ٿا. ان سبب جي ڪري شهرن جي آبادي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي.

سيمنٽ جو ڪارخانو

ٻنيءَ تي مال ٻيلن

هر ۽ ٽريڪٽر ذريعي پوک جي تياري

آمريڪا جا ميدان به زرخيز آهن، زراعت جديد طريقن سان ٿئي ٿي. اڪثر مشينون استعمال ٿين ٿيون، تنهنڪري ٻنين ۾ ڪم ڪندڙن جو تعداد پاڪستان کان ڪافي گهٽ آهي. نوڪريءَ جا موقعا ۽ زندگيءَ جو سهولتون ملڪ جي ٻين پاڳن وانگر موجود آهن، جتي ٽيڪنالاجي ۽ اچ وڃ جا جديد ذريعا مهيا ڪيا ويا آهن. اهڙيءَ ريت آمريڪا جا زرخيز ميداني علائقا مڪمل طور تي ترقي يافته آهن.

رودن جو جار

جانورن جا فارم

مشين ذريعي پوک ٿي رهي آهي

## ريگستان ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگي

پاڪستان جي ريگستاني علائقن ۾ ماڻهن جي آبادي گهٽ آهي. پاڻيءَ جي اَڻاٺ ۽ خشڪ ساليءَ جي ڪري پوک نٿي ٿئي. مال پالڻ ماڻهن جو مکيه ڌنڌو آهي. زندگيءَ جون سهوليتون موجود نه آهن. ماڻهو سادن گهرن ۾ رهن ٿا. تعليم گهٽ آهي. آمد رفت لاءِ اُٺ جي سواري استعمال ٿئي ٿي.

اٺن تي سفر    پراڻهن پنڌن تان عورتون پاڻي ڀري پيون اچن    مال جا ڌڻ

عربستان جي ريگستان ۾ به آبادي ڇڊي آهي. تيل جي ذخيرن ڪري ماڻهو دولتمند آهن. روڊن جو جار وڇايل آهي ۽ جديد آباديءَ جي طرز تي اڏاوتون ٺيل آهن. اٺن جي جاءِ تي لڪين ننڍيون وڏيون گاڏيون استعمال ٿين ٿيون. روڊن جي ڪري اچ وڃ جي سهولت عام آهي.

ريگستان ۾ هيليڪاپٽر    تيل جو ڪارخانو    ريگستاني گهر۾ ماني ڪائڻ جي تياري

## سامونڊي پٽيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي

پاڪستان جي سامونڊي پٽي ڪافي ڊگهي آهي. مڇي مارڻ، ٻيڙيون ۽ ننڍا جهاز ٺاهڻ ۽ جهاز ٽوڙڻ ۽ پيچڻ هتان جي ماڻهن جا عام ڌنڌا آهن. پاڪستان جو وڏو شهر ڪراچي هن علائقي ۾ آهي. بندرگاهه هجڻ ڪري، هيءُ شهر بين الاقوامي واپار ۽ صنعت جو مرڪز آهي. هتي نوڪري ۽ روزگار جا گهڻا موقعا آهن. هن ڀاڱي ۾ اڃان وڌيڪ ترقي جي گنجائش آهي.

پاڪستان ۾ مڇي مارڻ ۽ جهاز سازيءَ جو ڪم سامونڊي ڀاڱي ۾ ٿئي ٿو

اوڀر- ايشيا جي ملڪن جهڙوڪ ملائيشيا ۽ انڊونيشيا کي به قدرت طرفان ڏڳها سامونڊي علائقا عطا ٿيل آهن. هنن ملڪن ۾ صنعت، سياحت ۽ تفريحي خدمتن ڏاڍي ترقي ڪئي آهي. گرم موسم ۽ سهڻن سامونڊي ڪنارن جي ڪري، ڪيترا ئي ٻاهريان سياح هتي اچن ٿا. هتان جي ماڻهن لاءِ گذران ۽ آمدنيءَ جو اهو سٺو ذريعو آهي. ان سان گڏ هتي زندگيءَ جي سهولتن کي جديد طرز تي ٺاهيو پيو وڃي ته جيئن غيرملڪي سياحن لاءِ دلڪشيءَ جو باعث بڻجي سگهن.

اوڀر ايشيا جا خوشحال ۽ ترقي يافته ملڪ

## هڪ ٻئي تي مدار رکڻ يا ڀاڙڻ

ماڻهو کاڌي خوراڪ، مال سامان، ذريعن، ٽيڪنالاجي ۽ علم ۽ هنر لاءِ ٻين تي مدار رکن ٿا. هڪ هنڌ هڪڙيون شيون ٿين ته ٻئي هنڌ ٻيون. ضرورتن جي پورائي لاءِ هر ڪو ماڻهو ٻئي تي ڀاڙي ٿو. اهڙي ريت نه رڳو گهرجن جو پورائو ٿئي ٿو، پر ماڻهن وچ ۾ گهرو رابطو ۽ لاڳاپو پيدا ٿئي ٿو، جنهن سان ترقيءَ جا وڌيڪ رستا کلن ٿا ۽ عام ماڻهو ان مان فائدو پرائين ٿا.

ٽرين ذريعي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ مال نيو پيو وڃي

ٽرڪ ذريعي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ مال نيو پيو وڃي

## پاڪستان اندر هڪ ٻئي تي دارومدار رکڻ

پاڪستان وڏو ملڪ آهي جتي ڪيتريون مختلف ڳالهيون آهن. ملڪ جا طبعي پاڳا توڙي آبهوا، هر هنڌ هڪ جهڙي ناهي. پاڪستان جي مختلف علائقن جا ذريعا ۽ وسيلا به ڌار ڌار آهن. مثال طور پنجاب ۽ سنڌ جي زمين ۽ آبهوا زراعت لاءِ موزون ۽ مناسب آهي، ته خيبر پختونخواهه ۽ بلوچستان جا صوبا معدني دولت سان مالا مال آهن. گلگت - بلتستان ۾ وري گهاٽا جابلو ٻيلا آهن. ذريعن جي اهڙيءَ ريت مختلف هجڻ جي ڪري، اهي سڀ علائقا هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا. ملڪ ۾ انهن شين ۽ پيداوار جي ڏي وٺ ٿئي ٿي. اناج جهڙوڪ ڪڻڪ، چانور ۽ مڪئي، سنڌ ۽ پنجاب مان سڄي ملڪ ۾ موڪليا وڃن ٿا. معدني پيداوار خيبر پختونخواهه ۽ بلوچستان مان سنڌ ۽ پنجاب ڏانهن اُماڻي وڃي ٿي. گلگت- بلتستان جي ٻيلن جي پيداوار سڄي پاڪستان ۾ کتب اچي ٿي.

گلگت - بلتستان جا ٻيلا ۽ ڪاٺ جو واپار

**سرگرمي**

(الف) ”هڪ ٻئي تي مدار رکڻ“ کي سمجهايو.

(ب) ڪي ٻه اهڙا ٽي طريقا ٻڌايو، جن جي ذريعي ماڻهو هڪ ٻئي تي مدار رکن ٿا.

## دنيا جي ملڪن جو هڪ ٻئي تي دارومدار

دنيا جي هر ملڪ کي قدرت مختلف ذريعن ۽ وسيلن سان نوازيو آهي. ڪوبه علائقو خود ڪفيل يا پاڻ- پرو ڪونهي. ڪن ضرورتن جي پُورائي لاءِ ان کي ٻين علائقن جي مدد جي گهرج پوي ٿي.

هڪ ڪنٽينر سامونڊي جهاز ڏورانهن ڏيهن مان مال کنيو پيو اچي.

جڏهن ڪي شيون يا خدمتون ٻئي ملڪ کي وڪرو ڪري ڏجن ٿيون ته ان کي روانگي مال يا ايڪسپورٽ چئبو آهي. جڏهن ٻين ملڪن کان سامان خريد ڪري ونبو آهي، ته ان کي آمدني مال يا امپورٽ سڏبو آهي.

روانگي مال جي واپار ذريعي ناڻو ڪمائجي ٿو، جنهن مان وري ڪاڌي پيتي جون شيون، مشيني اوزار يا استعمال جون ٻيون شيون خريد ڪجن ٿيون. روانگي مال وڪرو ڪري، ڪمايل ناڻي کي ملڪي ترقيءَ لاءِ استعمال ڪجي ٿو. پاڪستان چانور، ڪپهه، سوٽي ڪپڙو، چمڙو، چمڙي مان ناهيل شيون ۽ راندين جو سامان ٻاهرين ملڪن کي وڪرو ڪري ٿو. ان مان ڪمايل ناڻي مان ڳريون انجنيئرنگ مشينون، اوزار، ٽرڪون ۽ پيداواري ساز سامان ترقي يافته ملڪن مان خريد ڪري ٿو. پاڪستان کي روانگي شيون ۽ خدمتون وڌائڻ جي گهرج آهي ته جيئن متا ستا جو ناڻو ڪمائي ملڪ کي ترقي يافته بنائي سگهي.

## اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو تہ ”علائقو- ڀاڱو يا ريجن“ ڇا آهي؟ پاڪستان جي طبعي ڀاڱن جون ڪهڙيون خاصيتون آهن. دنيا جي ساڳين طبعي ڀاڱن ۽ پاڪستان جي طبعي ڀاڱن ۾ ڪهڙيون هڪ جهڙايون آهن. انهن علائقن جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي جي پيٽ ٻين ملڪن جي ماڻهن سان ڪئي وئي. اسان کي اها بہ خبر پئي تہ پاڪستان جي مختلف علائقن جا ماڻهو هڪ ٻئي تي ڪيترو دارومدار رکن ٿا. ساڳئي وقت اهو بہ ڏٺوسين تہ دنيا جا ملڪ پنهنجين ضرورتن جي پورائي لاءِ هڪ ٻئي تي ڀاڙين ٿا.

## مشق

**(الف) گهڻ- جوابي سوال- هرهڪ سوال جي هيٺان ڏنل جواب آهن. صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو.**

(i) پاڪستان جا طبعي ڀاڱا ڪيترا آهن؟

(الف) 1 (ب) 3 (ج) 5

(ii) پاڪستان ۾ مٿانهان پَٽ (Plateaus) ڪيترا آهن؟

(الف) 1 (ب) 2 (ج) 3

(iii) الپس جبل ڪهڙي کنڊ ۾ آهن؟

(الف) آفريڪا (ب) ايشيا (ج) يورپ

(iv) گرم ريگستان ۾ سفر جو عام ذريعو ڪهڙو آهي؟

(الف) اُٺ (ب) گڏهہ (ج) گهوڙا

(V) اسپين، برازيل ۽ ڪولمبيا جي ڪهڙي عام انساني خاصيت ساڳي يا هڪجهڙي آهي؟

(الف) ٻولي (ب) سياسي سرشتو (ج) حڪومتي نظام

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. ”ڀاڱي“ لفظ جي اصطلاح طور وصف بيان ڪريو. پاڪستان جي مکيہ طبعي ڀاڱن جا نالا ٻڌايو.
2. ”هڪ ٻئي تي ڀاڙڻ“ جي اصطلاحي وصف لکو. مناسب مثالن سان سمجهايو تہ پاڪستان جا ماڻهو ڪهڙي ريت هڪ ٻئي تي مدار رکن ٿا؟
3. مثال ڏئي سمجهايو تہ ڪهڙن مختلف طريقن سان دنيا جا ملڪ هڪ ٻئي تي ڀاڙين ٿا.

**(ج) خاڪي کي مڪمل ڪريو:**

هيٺ ڏنل خاڪي کي اهڙيءَ ريت مڪمل ڪريو، جيئن پاڪستان جي مختلف طبعي ڀاڱن ۾ رهندڙ ماڻهن جي دنيا جي ساڳين طبعي ڀاڱن ۾ رهندڙ ماڻهن سان ڀيٽ ڪري سگهجي.

| طبعي ڀاڱي جو نالو | طبعي ڀاڱي جون خاصيتون | پاڪستان جي طبعي ڀاڱي ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگي | دنيا جي ڪنهن ٻئي ملڪ جي طبعي ڀاڱي ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگي |
|---|---|---|---|
| جابلو | | | |
| مٿانهان پَٽ | | | |
| ميدان | | | |
| ساحلي | | | |
| ريگستاني | | | |

## (د) عملي ڪم.

1- پاڪستان جي نقشي جو خاڪو ناهيو. مختلف رنگن جي مدد سان ان ۾ مختلف طبعي پاڳن کي ظاهر ڪريو.

2- دنيا جي ڪنهن به ملڪ جي چونڊ ڪري پوءِ:

(الف) ان ملڪ جي باري ۾ اخبارن، رسالن، انٽرنيٽ يا پنهنجي گهر جي ڪنهن فرد کان معلومات گڏ ڪريو.

(ب) "سياح لاءِ گائيڊ بڪ" تيار ڪيو، جنهن ۾ سموري معلومات ڏيو.

(ج) پنهنجي گائيڊ بڪ کي دلچسپ ۽ دلڪش بنائڻ لاءِ ان ۾ تصويرون به شامل ڪريو ۽ اهڙين (توهان تصويرون ڪيڏي به سگهو ٿا يا ڪنهن اخبار، رسالي مان ڪٽي چنبڙائي سگهو ٿا) حقيقتن کي نمايان جڳهه ڏيو، جيڪي ان ملڪ لاءِ ٻين ملڪن جي ماڻهن ۾ دلچسپي پيدا ڪن.

(د) پنهنجي تيار ڪيل گائيڊ بڪ کي لائبريريءَ ۾ رکو ته جيئن ٻيا شاگرد به ان کي پڙهن يا وري پنهنجي هم ڪلاسين کي اهو گائيڊ بڪ پڙهايو. اهڙي ريت ٻيا به گائيڊ بڪ تيار ڪندا ۽ انهن جي مٿا ستا سان اوهان مان هرهڪ دنيا جي ٻين ڪيترن ملڪن بابت معلومات حاصل ڪري سگهندو.

## (ه) اضافي سرگرمي:

جڏهن شاگرد دنيا جي مختلف ملڪن بابت چڱي ڄاڻ حاصل ڪري ويندا، ته پوءِ ان معلومات جي آڌار تي هنن وچ ۾ سوالن جوابن جو معلوماتي مقابلو ڪرايو وڃي.

### استادن لاءِ هدايت:

عملي ڪم لاءِ شاگرد پنن جي ورقن کي اسٽئپل ذريعي پن ڪري ڪتابڙو ناهي سگهن ٿا. سندن همت افزائي ڪريو ته جيئن پنهنجو ڪم صاف ۽ سهڻو بنائين. "سياح جي گائيڊ بڪ" جو سرورق (ٻاهريون ڏيک) خوبصورت ۽ تخليقي هئڻ گهرجي.

شاگرد پنهنجا تيار ڪيل گائيڊ بڪ هڪٻئي کي ڏين ۽ ونن ته جيئن هر هڪ شاگرد گهڻي کان گهڻي معلومات حاصل ڪري سگهي ۽ ان کان پوءِ ئي سوال جواب جو مقابلو منعقد ڪرائجي.

باب ٽيون

# آبهوا

## سِکيا جا نتيجا

باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1. آبهو جي وصف ٻڌائڻ.
2. آبهوا ۾ فرق جي سببن کي بيان ڪرڻ.
3. آبهوا ۽ موسم وچ ۾ فرق ٻڌائڻ.
4. آبهوا جي عام قسمن کي ٻڌائڻ (جيڪي ويڪرائي ڦاڪن تي ٻڌل آهن).
5. دنيا جي نقشي تي مختلف آبهوائي پاڱن کي ڏيکارڻ.
6. مختلف آبهوائي پاڱن وچ ۾ فرق جي ڀيٽ ڪرڻ.
7. پاڪستان جي مختلف طبعي پاڱن جي آبهوا کي بيان ڪرڻ.
8. اهو ٻڌائڻ تہ مختلف طبعي پاڱن جي ماڻهن جي زندگيءَ تي آبهوا جو ڪهڙو اثر آهي؟
9. ڏنل معلومات جي روشنيءَ ۾ مختلف جاين جي سراسري گرمي پد ۽ ماهوار مينهن وسڻ جو ڪاٿو ڪرڻ.
10. ڏنل آبهوائي معلومات جي آڌار تي گراف- پٽي جوڙڻ.
11. انساني سرگرمين جي اهڙن طريقن کي ٻڌائڻ جن جو آبهوا تي اثر پوي ٿو.
12. گرين هائوس اثر لاءِ انساني سرگرميون ڪيتري قدر ذميوار آهن؟ جو جواب ڏيڻ.
13. اهڙن انفرادي ۽ گڏيل سماجي قدمن ۽ اُپائن بابت ٻڌائڻ، جن وسيلي انساني سرگرمين جي هاڃيڪار اثرن کي گهٽائي سگهجي ٿو.

# آبهوا

پنجين ڪلاس ۾ اسين آبهوا بابت پڙهندا سين، پر ان کان اڳ اچو ته اهو ياد ڪيون جيڪو اسان موسم بابت ڪلاس چوٿين ۾ پڙهيو. اسان پڙهيو هو ته ڌرتي، چوڌاري گئسن جي تهن ۾ ويڙهيل آهي، جنهن کي ماحول چئون ٿا. ماحولياتي حالتن جي تبديلي جهڙوڪ گرمي پد، گهم، ماحولياتي دٻاءُ، هوائون ۽ مينهن ۽ برفباري پوڻ کي موسم چئجي ٿو. ڪنهن هنڌ جي سراسري موسمي حالتن کي آبهوا سڏجي ٿو. اچو ته ڏسون ته اسان کي ڪنهن جاءِ يا هنڌ جي آبهوا بابت خبر ڪيئن ٿي پوي؟

ڪنهن هنڌ جي آبهوا ٻڌائڻ لاءِ ان هنڌ جي موسم جو ٽيهن سالن جو رڪارڊ ڏسڻو پوندو.

شڪل 3.1 ڏسو. ان ۾ ايپل ٽائون جو ٽيهه سالہ موسمي رڪارڊ ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ ماهوار سراسري گرمي پد ۽ ڊسمبر جي مهيني ۾ ڪل مينهن پوڻ جو ڪاٿو لڳايو ويو آهي.

| سال | ڊسمبر ۾ گرميءَ جو سراسري پد (ڊگري سينٽي گريڊ) | ڊسمبر ۾ ڪل ماهوار مينهن (ملي ميٽر) |
|---|---|---|
| 1 | 25.5 | 3.0 |
| 2 | 25.3 | 3.1 |
| 3 | 25.5 | 3.2 |
| 4 | 25.4 | 3.4 |
| 5 | 25.3 | 3.3 |
| 6 | 25.8 | 3.5 |
| 7 | 24.3 | 3.1 |
| 8 | 25.3 | 3.6 |
| 9 | 24.5 | 3.4 |
| 10 | 25.3 | 3.8 |
| 11 | 25.6 | 3.9 |
| 12 | 24.3 | 4.5 |
| 13 | 24 | 5.5 |
| 14 | 23.3 | 5.4 |
| 15 | 23.7 | 5.3 |
| 16 | 23.9 | 5.1 |
| 17 | 23.5 | 5.1 |
| 18 | 22.2 | 5.3 |

| 4.6 | 21.2 | 19 |
|---|---|---|
| 3.2 | 22.3 | 20 |
| 4.2 | 21.6 | 21 |
| 4.2 | 21.5 | 22 |
| 5.4 | 21.5 | 23 |
| 3.2 | 21 | 24 |
| 3.4 | 21.3 | 25 |
| 3.5 | 21.4 | 26 |
| 6 | 21.6 | 27 |
| 5.8 | 21.7 | 28 |
| 5.3 | 21.8 | 29 |
| 4.2 | 2.9 | 30 |

شڪل 3.1- ايپل ٽائون ۾ ماهوار سراسري پونڊڙ مينهن ۽ گرمي پد جو ٽيهن سالن جو رڪارڊ

ايپل ٽائون جي آبهوا بيان ڪرڻ لاءِ موسمي ماهرن، ٽيهن سالن جي موسم جا انگ اکر ونئي، انهن جي سراسري ڪڍي آهي. ڏسو شڪل 3.2

30 سالن جو سراسري گرمي پد= ڊسمبر جي ($C^o$ ۾) رڪارڊ ڪيل تي ٽيهن سالن جي گرمي پد جو جوڙ.

30

30 سالن جو سراسري مينهن= ڊسمبر جي (mm ۾) رڪارڊ ڪيل ٽيهن سالن جي سراسري مينهن جو جوڙ

30

شڪل 3.2 ڪنهن هنڌ جي آبهوا جي ڳڻ ڪيئن ڪجي؟

**سرگرمي** (الف) شڪل 3.1 ۾ ڄاڻايل معلومات ۽ شڪل 3.2 ۾ ڄاڻايل فارمولا کي استعمال ڪندي، ايپل ٽائون ۾ ڊسمبر جي مهيني جي سراسري گرمي پد ۽ مينهن جو ڪاٿو لڳايو.

(ب) شڪل 3.1 جي انگن اکرن کي استعمال ڪندي هڪ گراف ليڪ ناهيو، جنهن ۾ ايپل ٽائون ۾ وسندڙ ڪُل ماهوار مينهن ڏيکاريو.

## دنيا ۾ آبهوا جا عام قسم

دنيا ۾ ڪي به هنڌ اهڙا آهن ئي ڪونه، جن جي آبهوا بلڪل هڪجهڙي هجي. تنهن هوندي به ويڪرائي ڦاڪن ۾ ڪي اهڙا پاڳا آهن، جن جو سراسري گرمي پد ۽ سراسري مينهن ساڳئي درجي وارو آهي.

ان لحاظ سان آبهوا جا چار عام پاڳا سمجهيا وڃن ٿا:

### (i) خط استوائي آبهوا وارو پاڳو:

خطِ استوا کان 5 ڊگريون اُتر ۽ 5 ڊگريون ڏکڻ وارو علائقو آبهوا جي لحاظ کان گرم ترين آهي. اتي فقط گرميءَ جي موسم ٿئي ٿي.

## (ii) ٽراپيڪل يا ڪوسي ڪمربند جي آبهوا وارو پاڱو:

هيءُ خط استوا جي 5 ڊگريون اتر کان 23.5 ڊگريون اتر يعني (سرطان گهيري) ۽ ۽ 5 ڊگريون ڏکڻ ۽ 23.5 ڊگريون ڏکڻ (جدي گهيري) جي وچ وارو علائقو آهي، جتان جي آبهوا عام طرح گرم آهي. اونهاري جي مند گرم ۽ ڊگهو عرصو هلي ٿي. سيارو ننڍو ۽ ٿڌو ٿئي ٿو.

## (iii) معتدل يا پوري پُني آبهوا وارو پاڱو:

هيءُ خط استوا جي 23.5 ڊگريون اتر (سرطان گهيرو) ۽ 66.5 ڊگريون اتر يعني آرڪٽڪ سرڪل ۽ 23.5 ڊگريون ڏکڻ (جدي گهيرو) 66.5 ڊگريون ڏکڻ يعني انٽارڪٽڪ سرڪل جي وچ وارو پاڱو آهي. هتان جي آبهوا معتدل آهي يعني نه گهڻي گرم نه گهڻي سرد. هتي سال جون چارئي مُندون اونهارو، سرءُ، سيارو ۽ بهار ٿين ٿيون.

## (iv) قطبي آبهوا وارو پاڱو:

هيءُ 66.5 ڊگريون اتر (آرڪٽڪ سرڪل) ۽ 90 ڊگريون اتر (اتر قطب) ۽ 66.5 ڊگريون ڏکڻ (انٽارڪٽڪ سرڪل) ۽ 90 ڊگريون ڏکڻ (ڏکڻ قطب) جي وچ وارو پاڱو آهي. هتان جي آبهوا انتهائي سرد آهي. گرمي پد سڄو سال هميشه ڄمڻ جي نقطي کان به هيٺ هوندو آهي. يعني ڪاٽو (Minus). هتي فقط هڪ موسم سرديءَ واري ٿئي ٿي.

شڪل 3.3 دنيا جا مکيه آبهوائي پاڱا

شڪل 3.3 ۾ اسان ڏسي سگهون ٿا ته اهي ليڪون جيڪي مکيه آبهوائي پاڱن يا علائقن کي نروار ڪن ٿيون، اهي ساڳيون اهم ويڪرائي ڦاڪون آهن، جيڪي شڪل 1.6 ۾ ڄاڻايون ويون آهن.

## آبهوا ۾ فرق جا ڪي سبب:

مختلف ملڪن يا علائقن ۾ مختلف آبهوا جا ڪيترائي ڪارڻ ٿي سگهن ٿا. هيٺ اسين ڏسنداسين تہ ويڪرائي ڦاڪون يا خط استوا کان مفاصلو، ڊگهائي ڦاڪون (سمنڊ جي سطح کان بلندي) ۽ سمنڊ کان مفاصلو، آبهوا تي ڪهڙا اثر وجهن ٿا.

### ويڪرائي ڦاڪن يا خطِ استوا کان مفاصلي جو آبهوا تي اثر:

شڪل3.3 ۾ ڏيکاريل آهي تہ دنيا جا گرم ترين هنڌ خط استوا کي ويجهو آهن. اسان جيئن جيئن خط استوا کان پري ٿيندا ويندا سين۽ قطبن کي ويجهو ٿينداسين تہ آبهوا ٿڌي ٿيندي ويندي. شڪل 3.4 ڏيکاري ٿي تہ خطِ استوا وٽ گرمي پد تمام گهڻو وڌيل آهي ۽ قطبن ويجهو گهٽو گهٽ آهي.

- ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي "A" وٽ "B" جي ڀيٽ ۾ سج جي گرمي ننڍي ايراضيءَ تي اثر انداز ٿئي ٿي.
- اتي پهچڻ لاءِ سج جي ڪرڻن کي ننڍو مفاصلو طيءِ ڪرڻو پوي ٿو، تنهنڪري "A" تائين پهچڻ ۾ "B" جي مقابلي ۾ گهٽ گرمي ضايع ٿئي ٿي.

شڪل 3.4 ويڪرائي ڦاڪن جو آبهوا تي اثر

### ويڪرائي ڦاڪون يا سمنڊ جي سطح کان بلندي

جيئن اسان مٿي ويندا سون (سمنڊ جي سطح کان) تہ هوا هر سؤ ميٽرن جي اوچائيءَ تي 0.6 ڊگريون سينٽي گريڊ جي سراسري سان ٿڌي ٿيندي ويندي. تنهنڪري جبلن جي مٿانهينءَ وارا هنڌ ميداني علائقن کان وڌيڪ ٿڌا هوندا آهن. مثال طور جيڪڏهن ميدانن تي (سمنڊ جي سطح تي) گرمي پد 30 ڊگريون سينٽي گريڊ آهي ۽ ان جي آسپاس وارا جبل 1000 ميٽر بلند آهن تہ جبلن جي چوٽيءَ تي گرمي پد 24 ڊگريون سينٽي گريڊ هوندو.

## سمنڊ کان مفاصلو

ڏينهن جي وقت سمنڊ جي ٿڌي هوا گرم زمين کي ٿڌو ڪري ٿي.

رات جي وقت سمنڊ جي گرم هوا زمين کي گرم ڪري ٿي.

شڪل 3.5 سمنڊ کان مفاصلي جو آبهوا تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟

زمين جي ڀيٽ ۾ پاڻي آهستي گرم ۽ آهستي ٿڌو ٿئي ٿو، ان ڪري اونهاري ۾ سمنڊ زمين کان وڌيڪ ٿڌو ۽ سرديءَ ۾ زمين کان وڌيڪ گرم رهندو آهي، تنهنڪري سمنڊ جي ويجهڙائي وارن هنڌن تي ٿڌڪار محسوس ٿيندي آهي. سياري ۾ وري سمنڊ زمين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ گرم هوندو آهي، تنهنڪري سمنڊ جي ڀرپاسي وارا علائقا ڪي قدر گرم رهن ٿا. نتيجي طور اهي هنڌ ۽ علائقا جيڪي سمنڊ کي ويجهو آهن، تن ۾ گرمي پد، سجو سال لڳ ڀڳ ساڳيو رهي ٿو. سمنڊ کان پري وارن هنڌن جو گرمي پد مفاصلي موجب سخت گرم ٿيندو ويندو.

مثال طور ڪراچي سمنڊ جي ويجهو آهي ۽ جيڪب آباد سمنڊ کان پري. تنهنڪري ڪراچيءَ جي آبهوا اونهاري ۾ جيڪب آباد کان وڌيڪ ٿڌي ۽ سياري ۾ جيڪب آباد کان وڌيڪ گرم هوندي آهي.

جيڪب آباد جي ڀيٽ ۾ ڪراچيءَ جي آبهوا ۽ گرمي پد ۾ سجو سال گهٽي تبديلي ڪانہ ٿي اچي.

## پاڪستان جي آبهوا

شڪل 3.3 مان خبر پئي ٿي تہ پاڪستان سرطان گهيري جي ڪي قدر اُتر ۾ آهي، تنهنڪري اتان جي آبهوا معتدل هئڻ گهرجي، ليڪن ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪن ۾ فرق ۽ سمنڊ کان پري هئڻ وارن هنڌن تي مختلف آبهوا آهي.

شڪل 3.6 پاڪستان جو نقشو، جنوري جي مهيني ۾ مختلف هنڌن جو گرمي پد ڏيکاري ٿو

شڪل 3.7 پاڪستان جو نقشو، جون جي مهيني ۾ مختلف هنڌن جو گرمي پد ڏيکاري ٿو

باب ٻئين ۾ اسان پاڪستان جي طبعي ڀاڱن بابت ڄاڻ حاصل ڪئي. هاڻي، اچو تہ ڏسون تہ انهن مان هر هڪ ڀاڱي جي آبهوا ڪهڙي آهي؟

## جابلو علائقا

پاڪستان جي اتر، اتر- اوڀر ۽ اتر- اولهہ وارا جابلو علائقا ڏاڍا اتانهان ۽ سمنڊ جي سطح کان ڪافي بُلند آهن. انهن مٿانهن هنڌن تي سردي تمام گهڻي پوي ٿي ۽ سيارو وڏو ٿئي ٿو. سياري ۾ يعني آڪٽوبر کان اپريل تائين گرمي پد 10 ڊگريون سينٽي گريڊ کان هيٺ رهي ٿو، اڪثر وقت تي اهو ڄمڻ جي نقطي کان بہ هيٺ (ٻڙي ڊگري سينٽي گريڊ) وڃي ٿو. برفباري ٿيندي آهي ۽ سال جا ٻارنهن مهينا جبلن جون چوٽيون برف سان ڍڪيل رهن ٿيون. اونهاري يعني مئي کان سيپٽمبر ۾ ڪجهہ گرمي محسوس ٿئي ٿي. جون، جولاءِ گرم مهينا آهن. چؤماسي جي مينهن ڪري گرميءَ جي شدت گهٽجي وڃي ٿي.

## سنڌوءَ جا ميداني علائقا

پنجاب ۽ سنڌ جو وڏو حصو سنڌوءَ جو ميداني علائقو آهي. هتي اونهارو گهڻو عرصو رهي ٿو ۽ گرمي بہ چڱي پئي ٿي. مارچ کان نومبر تائين گرميءَ جي موسم جاري رهي ٿي. اتر پنجاب ۾ اونهارو اپريل کان آڪٽوبر تائين هلي ٿو. جون گرم ترين مهينو آهي. اتر پنجاب ۾ چؤماسي جا مينهن گرميءَ ۾ ڪي قدر گهٽتائي آڻين ٿا. ڏکڻ پنجاب ۽ سنڌ ۾ گرم هوائون جن کي "لو" چون، لڳنديون آهن. اونهاري ۾ مٽيءَ جا طوفان ۽ گجگوڙي طوفان لڳندا آهن. گجگوڙي طوفان ٿوري وقت لاءِ پاڻ سان مينهن بہ کڻيو اچن. مينهن جي ڪري گرميءَ مان ٿورو ڇوٽڪارو ملي وڃي ٿو. سياري ۾ هلڪو سيءُ پئي ٿو. جنوري ۾ سخت سردي ٿئي ٿي. سياري ۾ گرمي پد $10^{o}$ سينٽي گريڊ کان $21^{o}$ سينٽي گريڊ جي وچ ۾ هوندو آهي.

## ساموندي ڪناري وارو علائقو

پاڪستان ۾ ساموندي ڪناري واري سوڙهي پٽيءَ جي آبهوا، اونهاري ۾ گهٽي عرصي تائين گرم رهي ٿي. سياري ۾ آبهوا پوري پني آهي. اونهارو مارچ کان نومبر تائين هلي ٿو. سمنڊ جي ويجهڙائي ڪري، هن علائقي ۾ گرمي پد، سنڌو درياءَ جي ميداني علائقن جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهي. سياري ۾ وري اهو گرمي پد، ميداني علائقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهي.

## ريگستاني علائقو

ريگستاني علائقي ۾ اونهارو گرم ۽ خشڪ ٿئي ٿو. مٽيءَ جون گرم هوائون سڄو اونهارو لڳيون ٿيون. سيارو وچٿرو هوندو آهي.

سرگرمي:
شڪل 3.6 ۽ 3.7 کي استعمال ڪندي پاڪستان جي مختلف آبهوائي ڀاڱن جو جنوري ۽ جون مهينن جو گرمي پد هڪ خاڪي ۾ ڏيکاريو.

## اسان تي آبهوا جو ڪهڙو اثر ٿئي ٿو؟

اسان آبهوا جي اثر هيٺ زندگي گذاريون ٿا. اسان جيڪي ڪپڙا پايون ٿا، کاڌو کائون ٿا، رانديون کيڏون ٿا، جيڪو ڪم ڪيون ٿا ۽ جيڪي پئسا ڪمايون ٿا، تن سڀني تي آبهوا جو سڌيءَ يا اڻ سڌي طرح اثر آهي. اسان جتي رهون ٿا، آبهوا جو ان تي به اثر آهي. اڪثر ماڻهو اهڙن هنڌن تي رهڻ پسند ڪندا آهن، جتان جي آبهوا وڻندڙ هجي نه گهڻي گرمي هجي ۽ نه گهڻي سردي. تنهنڪري ماڻهن جي اڪثريت سنڌوءَ جي ميداني علائقن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏئي ٿي.

### (i) رانديون:

مختلف آبهوائي حالتن ۾ مختلف رانديون کيڏڻ جا موقعا ملن ٿا. مثال طور سرد ۽ برفاني آبهوا ۾ آئيس هاڪي، آئيس اسڪيٽنگ ۽ اسڪيئنگ ڏاڍيون مقبول رانديون آهن. گرم ۽ ڪوسين آبهوائي حالتن ۾ ماڻهو ڪرڪيٽ، هاڪي ۽ فٽبال کيڏن ٿا.

برف ۾ اسڪيئنگ ۽ آئيس هاڪي کيڏي پئي وڃي.

(ii) **لباس:**

ماڻهو موسمي حالتن کي نظر ۾ رکندي ڪپڙا پائين ٿا. مثال طور سرد علائقن جا ماڻهو گرم ۽ ٿلها ڪپڙا پائيندا آهن ته جيئن جسم کي سرديءَ کان محفوظ رکي سگهن. اهي هنڌ جتي گرمي گهڻي آهي، اُتي سنها ڪپڙا پاتا وڃن ٿا، ته جيئن جسم ٿڌو رهي.

ڇوڪريءَ کي هلڪو لباس ۽ ڇوڪري کي گرم ڪپڙا پاتل آهن

(iii) **غذا يا کاڌو:**

سرد علائقن جا ماڻهو اڪثر گوشت، آنا، داليون ۽ سڪل ميوو کائيندا آهن. گرم ۽ ڪوسن علائقن جا ماڻهو ڀاڄيون، تازو ميوو ۽ ڏونرو کائين. ان کان سواءِ شربت، ٿاڌل، ميون جو رس ۽ لسي پيئن.

سڪل ميوو ۽ لسي

(iv) **تعمير جو فن يا طريقو (آرڪيٽيڪچر)**

جايون ان لاءِ اڏايون وينديون آهن ته جيئن ماڻهو گرمي، سردي ۽ جُهڙي ڦڙي کان محفوظ رهي سگهي ۽ آرام سان زندگي گذاري سگهي. سرد علائقن ۾ لهوارين ڇتين وارا بند گهر ناهيا وڃن ٿا. گرم علائقن ۾ کليل ۽ هوادار گهر عام اڏيا وڃن ٿا.

سردي ۽ گرمي جي لحاظ سان
نهيل گهر ۽ عمارتون

شڪل3.8 آبهوا جو اسان جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟

## ماڻهن جي سرگرمين جو آبهوا تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟

انساني تهذيب جي ترقي ۽ واڌاري سان، ماڻهن جي سرگرمين جو آبهوا تي ڏاڍو گهرو اثر پيو آهي. مثال طور دنيا جو سراسري گرمي پد وڌي ويو آهي، ان جو سبب ماحول ۾ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ گئس جو واڌارو آهي. ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ جي واڌ جا هيٺيان ڪارڻ آهن:

- ماڻهو، ٻيلن کي لڳاتار وڍيندا رهن ٿا. ٻوٽا کاڌو ناهڻ لاءِ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ جذب ڪندا

آهن. جڏهن ٻيلن کي وڍي ڇڏبو ته اهي ٻوٽا ئي نه هوندا جيڪي ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ گئس استعمال ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت اها گئس ماحول ۾ ئي موجود رهندي.

- ٻارڻ جي معدني ذريعن (ڪوئلو، تيل ۽ قدرتي گيس) جو فيڪٽرين، گاڏين ۽ گهرن ۾ استعمال عام جام ٿئي پيو، جنهن جي نتيجي ۾ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ گئس وڏي مقدار ۾ ماحول ۾ ملي وڃي ٿي.
- اسان مان اڪثر ماڻهو وڏو گوشت (Beef) کائڻ پسند ڪندا آهن. ڳئون اوڳرائي ۽ ريح واءِ ذريعي ميٿين (Methane) گئس وڏي مقدار ۾ ماحول ۾ موڪلي ٿي.

اوڳرائي ذريعي ميٿين گئس جو خارج

فيڪٽري مان نڪرندڙ دونهون

وڻ وڍيل

شڪل 3.9 ماڻهن جي سرگرمين جو آبهوا تي اثر

## گرين هائوس اثر

دنيا روز بروز گرم ٿيندي پئي وڃي. ڌرتي جي چوڌاري ماحول ڪوسو ٿي رهيو آهي جڻ ته اهو هڪ گرين هائوس ۾ جڪڙجي ويو هجي. ڇو؟ ڪيترن هنڌن تي خاص گهر ٺاهيا ويا آهن، جتي ٻوٽن کي پوکيو پيو وڃي. انهن گهرن کي گرين هائوسز سڏجي ٿو، شيشي جا ڇڱڪ يا پلاسٽڪ جون شيٽون سج جي گرمي جهٽي گرين هائوس اندر قابو جهلين ٿيون ۽ ان کي ٻاهر وڃڻ نٿيون ڏين، ان ڪري گرين هائوس اندر هوا ڏاڍي گرم ٿئي ٿي.

ڌرتيءَ جي چوڌاري ماحول، سج جي گرمي پڪڙي ان کي ڌرتيءَ جي مٿاڇري ويجهو آڻي ٿو. جتي وڏي مقدار ۾ موجود ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ گئس، واڌو گرميءَ کي وڃڻ نٿي ڏئي، ان کي گرين هائوس اثر (Effect) چوندا آهن.

شيشي يا ڪائي جا ڇڱڪ، گرين هائوس اندر سج جي گرمي پهچائين ٿا ۽ ان کي ٻاهر وڃڻ کان روڪين ٿا، جنهن جي نتيجي ۾ گرين هائوس اندر هوا گرم آهي.

شڪل 3.10 گرين هائوس اثر

ساڳيءَ طرح سج، ڌرتيءَ کي گرمي پهچائي ٿو. ڌرتي جي چوڌاري ماحول ان گرميءَ کي گهربل مقدار تائين جذب ڪري ٿو ۽ باقي واڌو گرميءَ کي وري ماحول ڏانهن اُماڻي ڇڏي ٿو. ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ڪجهه گرمي ماحول مان جهٽي ٿي ۽ ان کي خلا ۾ موٽي وڃڻ کان روڪي ٿي. اهو ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ان وسيلي ڌرتي ڪوسي رهي ٿي، پر جيڪڏهن اتي ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ گئس جهجهي مقدار ۾ موجود هوندي ته اها واڌو گرمي کي وڃڻ کان روڪيندي ۽ اُهو ساڳيو اثر پيدا ٿيندو، جنهن جهڙو شيشي جي ڇتڪن يا پلاسٽڪ جي شيٽن گرين هائوسز ۾ پيدا پئي ڪيو. ان کي ”گرين هائوس اثر“ چوندا آهن ۽ جيڪي گئسون، ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ ميٿين اهو اثر پيدا ڪنديون آهن، تن کي ”گرين هائوس گئسون“ سڏيندا آهن. مٿي جن انساني سرگرمين جو ذڪر ڪري آيا آهيون، انهن جي نتيجي ۾ ”گرين هائوس گئسون“ تمام گهڻي مقدار ۾ پيدا ٿين ٿيون ۽ ”گرين هائوس اثر“ لاءِ جوابدار آهن. انهيءَ صورتحال جي ڪري عالمي گرمي پد ۾ واڌارو ٿئي ٿو، جنهن سبب جي ڪري ئي عالمي گرمي پد ۾ اضافو ٿيو آهي.

## ماحول کي بچائڻ:

هڪ شخص جو عزم ته هو ماحول کي گدلاڻ کان پاڪ ۽ صاف ڪندو

هوا، آبهوا، وڻ ٽڻ ساوڪ سبزي، زميني ٻيهڪ ۽ ساهه وارا جزا، مجموعي طور ”ماحول“ ناهين ٿا.

اسان جي جياپي لاءِ، ضروري آهي ته اسان ماحول کي تباهه ٿيڻ کان بچايون. هيٺيان قدم کڻڻ سان، اسان انساني سرگرمين جي هاڃيڪار اثرن کان، ڌرتيءَ جي ماحول کي بچائي سگهون ٿا.

### 1- انفرادي عمل:

(i) اسان کي ٽن R (آر) تي عمل ڪرڻ گهرجي. گهٽايو (Reduce)، وري استعمال ڪيو (Reuse) ۽ ريسائيڪل ڪيو (Recycle).

ٻار، وڻ پوکڻ جي تياريءَ ۾

سائيڪل سواري

(ii) اسان کي ڪوئي ڪيڏيل معدني ٻارڻ جي وسيلن کي گهٽ استعمال ڪرڻ گهرجي، ان ۾ ڪوئلي، پيٽروليم ۽ گئس جو واهپو اچي وڃي ٿو. ان جي جاءِ تي توانائي جا صحت بخش ذريعا جهڙوڪ هائڊواليڪٽرسٽي، شمسي توانائي ۽ هوا مان حاصل ڪيل توانائي استعمال ڪرڻ گهرجن.

(iii) اسان کي ڪاٺ جو استعمال گهٽائڻ گهرجي ته جيئن ٻيلن جي واڍي ختم ٿي سگهي. اسان کي گهڻي ۾ گهڻا وڻ پوکڻ گهرجن.

(iv) بجليءَ جي استعمال ۾ بچت وارا طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن. روشني لاءِ ”سيور بلب“ لڳائجن، ڪمري مان ٻاهر وڃڻ وقت، لائيٽ وسائي ڇڏجي، ڪار يا موٽرسائيڪل تي وڃڻ کان پنڌ يا سائيڪل تي وڃڻ کي ترجيح ڏجي. (جڏهن اوهان کي ٿوري پنڌ تي وڃڻو هجي).

(v) اسان کي بوتلون ۽ باڪس وري استعمال ڪرڻ گهرجن ۽ ڪاغذ، گلاس ۽ پلاسٽڪ کي ري سائيڪل ڪرڻ کپي.

(vi) وڏي گوشت جو استعمال گهٽائي ڇڏجي ۽ دال، ڀاڄي کائڻ کپي.

شمسي توانائيءَ جي استعمال ۾ واڌارو آڻڻ

## 2- سوسائٽيءَ جا عمل يا سماجي عمل:

(i) اسان کي ان تنظيم يا گروهه جو ميمبر بڻجڻ گهرجي جيڪا، ماحول کي بچائڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهي آهي.

(ii) ماحول کي تباهي کان بچائڻ لاءِ سجاڳي آڻيندڙ سول سوسائٽيءَ جي ڪوشش ۾ ڀرپور شرڪت ڪرڻ گهرجي.

(iii) حڪومت توڙي سول سوسائٽي کي وڻ پوکڻ جي ترغيب ڏيڻ لاءِ پروگرام تيار ڪرڻ گهرجن ۽ لکين وڻ لڳائڻ جون ڪوششون ڪرڻ کپن.

پبلڪ ٽرانسپورٽ

شڪل 3.11 اهي عمل جن ذريعي اسان ماحول جي حفاظت ڪري سگهون ٿا

(iv) اسان کي حڪومت تي زور وجهڻ گهرجي ته اها ماحول دوست توانائي جي ذريعن کي استعمال ڪري ۽ ان سلسلي ۾ ضروري قدم کڻي.

(v) پبلڪ ٽرانسپورٽ جي نظام کي هٿي وٺرائجي ته جيئن ذاتي ٽرانسپورٽ لاءِ گاڏين وغيره جو استعمال گهٽ ٿئي.

(vi) گهريلو گند ڪچرو چڱيءَ طرح نيڪال ڪجي ته جيئن ميٿين گئس جي پيدا ٿيڻ کي ضابطي هيٺ رکي سگهجي.

## اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو ته آبهوا ڇاکي ٿو چئجي؟ آبهوا ۽ موسم ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ دنيا ۾ آبهوا جا عام قسم ڪهڙا آهن؟ مختلف علائقن ۾ آبهوائي فرق جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟

اسان پاڪستان جي مختلف طبعي ڀاڱن ۾ آبهوا جي باري ۾ معلومات حاصل ڪئي ۽ ماڻهن جي زندگيءَ تي ان جي اثر بابت ڄاڻ ورتي.

سڀ کان وڏي ڳالهه اها ته اسان کي خبر پئي ته انساني سرگرميون ڪيئن نه آبهوا تي هاڃيڪار اثر وجهن ٿيون ۽ اهو ته اسان ماحولياتي ڳدلاڻ جي انيڪ خطرن کي منهن ڏئي رهيا آهيون.

انفرادي توڙي اجتماعي ڪوشش ذريعي اسان کي ماحول جو بچاءُ ڪري، ڌرتيءَ جهڙي سهڻي گرهه کي محفوظ بڻائڻو آهي.

# مشق

**(الف) گھڻ- جوابي سوال- هر سوال هيٺان ڏنل جوابن تي صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو.**

(i) ڌرتيءَ جي جنهن ڀاڱي تي سج جا ڪرڻا سدا پون ٿا ان کي ـــــ چئجي ٿو.
(الف) خط استوائي ڀاڱو (ب) قطبي ڀاڱو (ج) ڪوسي ڪمربند جي آبهوا وارو ڀاڱو

(ii) آبهوائي ڀاڱو جيڪو 23.5° اتر ۽ 66.5° اتر ۽ 23.5° ڏکڻ 66.5° ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪن وچ ۾ پکڙيل آهي، تنهن کي ـــــ چوندا آهن.
(الف) خط استوائي ڀاڱو (ب) قطبي ڀاڱو (ج) ڪوسي ڪمربند جي آبهوا وارو ڀاڱو

(iii) سنڌ جو ڪهڙو شهر سامونڊي ڪناري تي آباد آهي؟
(الف) حيدرآباد (ب) جيڪب آباد (ج) ڪراچي

(iv) پنهنجو کاڌو ناهڻ لاءِ ٻوٽا ڪهڙي گئس کڻندا آهن؟
(الف) ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ (ب) ميٿين (ج) آڪسيجن

(v) ڪنهن هنڌ جي سراسري موسمي حالت کي ـــــ چئبو آهي.
(الف) آبهوا (ب) مانسُون يا چؤماسو (ج) موسم

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(i) موسم ۽ آبهوا جي وصف ٻڌايو.
(ii) موسم ۽ آبهوا جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
(iii) انساني سرگرميون آبهوا تي ڪيئن اثر انداز ٿينديون آهن؟
(iv) ”گرين هائوس اثر“ ڇاکي ٿو چئجي؟
(v) آبهوا جا سٺا ۽ خراب اثر ڪهڙا آهن؟
(vi) اهي ڪهڙا ٿي انفرادي ۽ اجتماعي قدم آهن، جيڪي ڪٽڻ سان آبهوا تي سٺو اثر پوندو؟
(vii) آبهوا تي اثر وجهندڙ مکيه ڳالهيون سمجهايو.
(viii) آبهوا جي عام قسمن کي بيان ڪريو.

**(ج) هيٺيون خاڪو مڪمل ڪريو:**

هيٺئين خاڪي ۾ آبهوا جي تبديليءَ جي ڪري لباس، کاڌي، تفريح ۽ رهائش ۾ فرق کي واضح ڪريو:

| | خط استوائي آبهوا | گرم آبهوا | معتدل آبهوا | قطبي آبهوا |
|---|---|---|---|---|
| لباس | | | | |
| کاڌو | | | | |
| تفريح | | | | |
| رهائش | | | | |

### (د) عملي سرگرميون:

1- پاڪستان جو نقشو ڪيو. ان ۾ مختلف آبهوائي ڀاڱن ۾ جدا جدا رنگ ڀريو.
2- دنيا جي ليڪائين نقشي ۾ آبهوا جي عام ڀاڱن کي مختلف رنگن ۾ ڏيکاريو.

سنڌ ۾ وسندڙ مينهن جو 2001ع کان 2010ع تائين رڪارڊ

| سال | مينهن (ملي ميٽر ۾) |
| --- | --- |
| 2001 | 129 |
| 2002 | 312 |
| 2003 | 97 |
| 2004 | 172 |
| 2005 | 65 |
| 2006 | 535 |
| 2007 | 199 |
| 2008 | 126 |
| 2009 | 231 |
| 2010 | 356 |

حوالو: پاڪستان جو موسمياتي کاتو ڪراچي- پاڪستان

3- مٿي ڏنل ڏهن سالن جي مينهن جي رڪارڊ کي گراف جي شڪل ۾ گراف پٽي ۾ ظاهر ڪيو.
4- دنيا جي نقشي ۾ شڪل 3.3 کي ڏسو. جن علائقن کي A B C D E جي نشانيءَ ذريعي ڏيکاريو ويو آهي، تن جا نالا لکو. ٻڌايو ته اتي آبهوائي ڀاڱن يعني خط استوائي گرم ڀاڱي، معتدل يا پوري پني ۽ قطبي آبهوا واري ڀاڱي مان ڪهڙي قسم جي آبهوا آهي؟

### (هه) اضافي سرگرميون:

1- پاڪستان جي مختلف آبهوائي ڀاڱن مان هڪ شهر چونڊي ٻڌايو ته اتي آبهوا ڪهڙي قسم جي آهي؟ ان شهر جي ماڻهن جي زندگيءَ بابت احوال لکو.
2- ماحول کي گدلاڻ کان بچائڻ لاءِ سجاڳي آڻيندڙ هڪ پوسٽر تيار ڪيو، جنهن ۾ ڏيکاريو ته ڪيئن انسان پنهنجي سرگرمين ۾ تبديلي آڻي، ماحول کي صاف سٿرو بنائي سگهي ٿو.

باب چوٿون

# اسان تاريخ جو اڀياس ڇو ٿا ڪريون؟

سِکيا جا نتيجا:

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- شمسي ۽ قمري ڪئلينڊرن وچ ۾ فرق ڪرڻ.

2- شمسي ۽ قمري ڪئلينڊرن کي استعمال ڪري وقت جي وِٿين ۽ وقفن وچ ۾ تفاوت ڏيکارڻ.

3- ڏهه سالي، صدي ۽ هزاري (هزار سال) جي عرصن وچ ۾ فرق کي سمجهڻ.

# اسان تاريخ جو اڀياس ڇو ٿا ڪريون؟

تاريخ، ماضيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي مڪمل اڀياس جو نالو آهي، جنهن ذريعي اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته اڳين وقتن ۾ ماڻهو پنهنجي زندگي ڪيئن گذاريندا هئا؟ اڪثر شاگرد اهو سوال پڇندا آهن ته ”ڀلا، اسين انهن ماڻهن بابت ڇو پڙهون جيڪي هاڻي ماضيءَ جو حصو بنجي چڪا آهن؟ اسان کي آخر تاريخ جو ٿي پڙهائي وڃي؟ توهان تاريخ جو اڀياس ڪرڻ جو ضروري سمجهو ٿا؟“

اسان تاريخ جو اڀياس ان لاءِ ڪريون ٿا ته جيئن اسان کي گذريل دؤرن ۾ رهندڙ ماڻهن بابت مڪمل ڄاڻ حاصل ٿي سگهي، جنهن وسيلي اسان کي اڄ جي دنيا بابت سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي. تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي ته جنهن طريقي سان اسان زندگي گذاريون ٿا، ٻولي جيڪا اسان ڳالهايون ٿا، جيڪو لباس پهريون ٿا، اسان وٽ جيڪي قانون ۽ حڪومت جا قسم رائج آهن، اهي ڪيئن شروع ٿيا؟ تاريخ اهو پڻ ٻڌائي ٿي ته جيڪي ماضيءَ ۾ وهيو واپريو،اهو اسان تي اڄ اثر انداز ٿئي ٿو. ٻين ملڪن جي تاريخ پڙهڻ سان اسان کي خبر پوي ٿي ته اتان جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي اسان کان مختلف ڇو آهي ۽ انهن جي ماضيءَ جو سنڌن حال تي ڪهڙو اثر پيو آهي؟

اسان تاريخ جو اڀياس ان لاءِ به ڪريون ٿا ته جيئن اسان موجوده وقت ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ ايندڙ نسلن لاءِ دنيا کي هڪ بهتر جاءِ بڻايون. اسان اهو تڏهن ڪري سگهنداسين، جڏهن اسان ماضيءَ جي انسانن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين مان سبق پرائينداسين.

شڪل 4.1 وقت گذرڻ سان گڏ آمدرفت ۽ لباس ۾ فرق

**سرگرمي**

توهان ڪجهه اهڙين شين جي فهرست (List) ناهيو.جن کي پيتيءَ ۾ بند ڪري، پوري ڏهيو ان لاءِ ته مستقبل ۾ ماڻهو انهن کي ڏسي معلوم ڪن ته اڄ جو انسان ڪهڙيون شيون استعمال ڪندو هو. لسٽ ۾ ڄاڻايل هر اسم جي هيٺان ان بابت مڪمل ڄاڻ ڏيو ته جيئن مستقبل جو انسان معلوم ڪري سگهي ته اڄوڪي دؤر جو ماڻهو، انهن شين کي ڪيئن ڪتب آڻيندو هو.

## وقت ڳڻڻ يا ان جو ڪاٿو ڪرڻ:

تاريخ جو اڀياس ڪرڻ لاءِ ڏاڍو ضروري آهي ته اهو معلوم ڪجي ته واقعا ڪڏهن ٿيا، ڇاڪاڻ ته دنيا ته وڏي عرصي کان قائم آهي. ائين ڪرڻ لاءِ اسان کي شروعاتي سال مقرر ڪرڻو پوندو،جنهن بعد ئي وقت جي ڳڻپ ٿي سگهندي ۽ ائين چئي سگهبو ته ڪو واقعو ڪيترو پراڻو آهي.

وقت جي ڪاٿي لڳائڻ لاءِ مختلف قومن پنهنجا مختلف سال مقرر ڪيا آهن، جتان ئي هو سالن جي گذرڻ جي ڳڻپ شروع ڪن ٿا. اڪثر اهي مذهبي لحاظ کان اهم سال يا تاريخون هونديون آهن.

## مختلف ڪئلينڊر:

سج ۽ چنڊ، وقت گذرڻ جا اهم ذريعا آهن. وقت جي ڳڻپ، ڏينهن، هفتن، مهينن ۽ سالن ۾ ڪئي وڃي ٿي. اڄ دنيا ۾ ڪيترا ئي ڪئلينڊر رائج آهن،جيڪي ڏينهن، هفتا، مهينا ۽ سال ٻڌائين ٿا. ٻه ڪئلينڊر عام رائج آهن يعني شمسي ڪئلينڊر ۽ قمري ڪئلينڊر.

## شمسي ڪئلينڊر:

دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ شمسي ڪئلينڊر رائج آهي. شمسي ڪئلينڊر ان وقت تي ٻڌل آهي،جيڪو ڌرتيءَ کي سج جي چوڌاري هڪ ڦيرو پورو ڪرڻ تي لڳي ٿو. ڌرتي اهو ڦيرو لڳائڻ ۾ ¼ 365 ڏينهن وٺي ٿي؛ تنهنڪري هڪ شمسي سال ۾ ¼ 365 ڏينهن آهن. اهڙا چار سال پورا ڪرڻ تي هڪ مڪمل ڏينهن جو اضافو ٿئي ٿو يعني هر چوٿين سال 366 ڏينهن جو شمسي سال ملي ٿو، جنهن کي ليپ (Leap) سال چئبو آهي. شمسي سال ۾ ٻارنهن مهينا آهن. ڪي 30 ته ڪي 31 ڏينهن وارا. فيبروريءَ جومهينو 28 ڏينهن جو آهي پر ليپ ييئر (ڇلانگي سال) ۾ اهو 29 ڏينهن جو مهينو ٿيندو آهي.

شڪل 4.2 ڌرتي سج جي چوڌاري ڦري ٿي

هن ڪئلينڊر ۾ پهرئين سال جي ڳڻپ حضرت عيسيٰ جي ولادت کان شروع ڪئي وئي آهي. سال لکڻ کان پوءِ اي-ڊي (A.D) لکجي ٿو. يعني اينو ڊوميني (Anno Domini). جنهن جي معنيٰ آهي "اسان جي آقا جي سال ۾" (In the year of our Lord) يعني حضرت عيسيٰ جي ولادت کان پوءِ. اسان کي خبر آهي ته سرسيد احمد خان 1817A.D ۾ ڄائو يعني حضرت عيسيٰ جي ولادت کان ارڙهن سؤ سترنهن سال پوءِ. ڪيترا واقعا حضرت عيسيٰ جي ولادت کان اڳ به رونما ٿيا آهن. اهڙن واقعن جو وقت يا زمانو بي-سي (Before Christ) يا قبل مسيح (ق.م)،جاڻائڻ سان ظاهر ڪجي ٿو. قبل مسيح وارن سالن جي ابتي ڳڻپ ڪجي ٿي سال هڪ کان. مثال طور: راجا اشوڪ 269 ق.م ۾ ڄائو، 37 سال جيئرو رهيو ۽ 232 ق.م ۾ وفات

ڪيائين. اي.ڊي وارن سالن ۾ وقت گذرڻ سان اضافو اچي ٿو. مثال طور: شيرين 40A.D ۾ جائي، سٺ سال زنده رهڻ کان پوءِ سن 100A.D ۾ وفات ڪيائين.

| اشوڪ جائو | اشوڪ گذاري ويو | عيسوي سال | شيرين جو جنم | شيرين جي وفات |
|---|---|---|---|---|
| ق.م 269 | ق.م 232 | پهريون | 40 ع | 100 ع |

شڪل 4.3 شمسي ڪئليندر ۾ وقت- پٽي (Time line) پهريون سال ڏيکاري ٿي

**سرگرمي** 1. وقت – پٽي يا ٽائيم لائين کي استعمال ڪري، هينين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سليم 50AD ۾ ڄائو ۽ 40 سال جيئرو رهيو. هن سن ________ AD ۾ وفات ڪئي.

(ب) مريم 90BC ۾ جنم ورتو ۽ 60 سال زنده رهي. هوءَ سن ________ BC ۾ گذاري وئي.

(ج) شاه رخ سن 105BC ۾ ڄائو ۽ سن 40BC ۾ گذاري ويو. هو ________ سال جيئرو رهيو.

(د) اينجيلا 95AD ۾ گذاري وئي. ان وقت هن جي عمر 72 سال هئي. هوءَ ________ AD ۾ ڄائي هئي.

**سرگرمي** شمسي سال جا ڪهڙا مهينا آهن؟ آخري ليپ ييئر ڪهڙو هو؟ ايندڙ ليپ ييئر ڪهڙي سال ٿيندو؟

## قمري ڪئليندر:

قمري سال جو چنڊ ڌرتيءَ جي چوڌاري ڦيري تي ٻڌل آهي. چنڊ اهو ڦيرو يا چڪر 29 يا 30 ڏينهن ۾ مڪمل ڪري ٿو. تنهنڪري قمري مهينا به 29 يا 30 ڏينهن جا ٿين ٿا. شمسي سال جيان، قمري سال ۾ پڻ 12 مهينا ٿين ٿا. شمسي ڪئليندر ان لحاظ سان قمري ڪئليندر کان 11 ڏينهن وڌيڪ آهي.

شڪل 4.4 ڌرتيءَ جي چوڌاري چنڊ جو ڦيرو

قمري ڪئليندر جي شروعات نبي اڪرم حضرت محمّد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي مڪي کان مديني ڏانهن هجرت سان ٿئي ٿي. هجرت کان پوءِ جيڪي به واقعا ٿيا، اُهي ان نسبت سان لکجڻ ۽ ٻڌائجڻ لڳا. مثال طور: پاڻ سڳورن هجرت کان يارنهن سال پوءِ وصال فرمايو، سندس وصال واري سال کي 11 هجري (يا صرف 11ھ) لکبو. انگريزيءَ ۾ اي - ايڇ (A.H) لکن ٿا يعني (After Hijrah) هجرت کان پوءِ.

**ڇا اوهان کي خبر آهي ته؟**

- ڏهن سالن جي عرصي کي ڏهه سالي (Decade)) سڏبو آهي.
- هڪ سؤ سالن جي عرصي کي صدي (Century) چئبو آهي.
- هڪ هزار سالن جي عرصي کي هزاري (Millennia) چون ٿا.

**سرگرمي**

قمري ڪئليندر جا مهينا لکو. اڄوڪي اخبار ڏسي ٻڌايو ته اڄ شمسي ۽ قمري ڪئليندر جي مطابق ڪهڙي تاريخ آهي

## اختصار

هن باب ۾ اسان تاريخ جي اڀياس جي اهميت بابت پڙهيو. اسان کي اها به ڄاڻ پئي ته وقت جي گذرڻ کي سج ۽ چنڊ جي حساب سان ڪيئن ڪٿيو تو وڃي ۽ ٻنهي ڪئلينڊرن (يعني شمسي ۽ قمري) مطابق وقت جي وٿين وچ ۾ تفاوت کي ڪيئن معلوم ڪجي تو؟

## مشق

(الف) گهڻ- جوابي سوال- هر هڪ سوال جي هيٺان ٽي جواب ڏنل آهن. صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو.

(i) ليپ ييئر (Leap Year) يا ”ڇلانگي سال“ ۾ ڪيترا ڏينهن ٿين ٿا؟

(الف) 360 (ب) 365 (ج) 366

(ii) ”ڇلانگي“ يا ليپ ييئر ۾فيبروري مهيني ۾ گهڻا ڏينهن ٿيندا آهن؟

(الف) 27 (ب) 28 (ج) 29

(iii) ڏهه سالي يعني ڊڪيڊ (Decade) ۾ گهڻا سال ٿين ٿا؟

(الف) 10 (ب) 100 (ج) 1000

(iv) صدي يا سينچري (Century) ۾ گهڻا سال هوندا آهن؟

(الف) 10 (ب) 100 (ج) 1000

(v) ”هزاري“ يا مليينيم (Millennium) جي معنيٰ ________.

(الف) 10 سال (ب) 100 سال (ج) 1000 سال

(ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو

1- اسان تاريخ جو اڀياس ڇو ڪندا آهيون؟

2- B.C، A.D ۽ A.H ڇا جا مخفف آهن؟

3- شمسي ۽ قمري ڪئليندر جي ٻارنهن مهينن جا نالا لکو.

4- هڪ هفتي، مهيني ۽ سال ۾ گهڻا ڏينهن هوندا آهن؟

5- ڏهه سال، صدي ۽ هزاري ۾ گهڻا سال هوندا آهن؟

6- شمسي ۽ قمري ڪئلينڊرن جي هڪجهڙين ۽ مختلف ڳالهين جي ڀيٽ ڪريو.

### (ج) خاڪو مڪمل ڪريو:

شمسي ۽ قمري ڪئلينڊرن جي ٻارنهن مهينن جا نالا لکي، خاڪو مڪمل ڪريو.

| شمسي ڪئلينڊر جا مهينا | | قمري ڪئلينڊر جا مهينا | |
|---|---|---|---|
| 1 | | 1 | |
| 2 | | 2 | |
| 3 | | 3 | |
| 4 | | 4 | |
| 5 | | 5 | |
| 6 | | 6 | |
| 7 | | 7 | |
| 8 | | 8 | |
| 9 | | 9 | |
| 10 | | 10 | |
| 11 | | 11 | |
| 12 | | 12 | |

### (د) عملي ڪم:

پنهنجي زندگيءَ جي وقت ـ پٽي (Time Line) ناهيو، جنهن ۾ حياتيءَ جي مکيه واقعن کي ظاهر ڪريو. انهن واقعن جون تصويرون به چنبڙايو.

### (ه) اضافي سرگرمي:

پنهنجي جنم جي تاريخ شمسي ۽ قمري ڪئلينڊرن مطابق ٻڌايو.

باب پنجون

# آزاديءَ لاءِ جدوجهد

## سِکيا جا نتيجا:

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- اهڙن تاريخي واقعن کي بڌائڻ جن جي ڪري پاڪستان وجود ۾ آيو.

2- ان ڳالهه کي محسوس ڪرڻ ته دنيا ۾ مختلف هنڌن تي ٿيندڙ واقعن جو هڪٻئي تي اثر پوي ٿو.

3- تاريخ جي اهم شخصيتن جي مثبت ڪردار کي ڄاڻڻ.

4- ماضيءَ جي مسئلن جا متبادل حل ڳولڻ ۽ انهن جي امڪاني اشارن ۽ نتيجن کي سمجهڻ.

5- ان ڳالهه کي ڄاڻڻ ته ڪن خاص فردن، سوچن، واقعن ۽ فيصلن جو تاريخ تي گهرو اثر پوي ٿو.

6- اهو اندازو لڳائڻ ته جيڪڏهن مخصوص فردن ۽ گروهن طرفان مختلف قدم کنيا وڃن ها ته رونما ٿيل واقعا مختلف رُخ اختيار ڪن ها.

## برطانوي قوم جو هندستان تي قبضو:

چوٿين ڪلاس ۾ اسان پڙهي آيا آهيون ته برطانوي قوم هندستان ۾ واپار جي خيال سان آئي. مغل شهنشاهيت جي زوال تي هنن واپاري سرگرمين سان گڏ ملڪي معاملن ۾ ٽنگ اڙائڻ شروع ڪئي ۽ مقامي طاقتن جي هڪ ٻئي خلاف جنگين ۽ لڙاين جو پورو پورو فائدو وٺندي، آهستي آهستي هندستان تي قبضو ڪري، ان کي پنهنجي ضابطي هيٺ آندو.

پنهنجي مختلف پاليسين تي عمل ڪندي هنن 1818ع ڌاري برصغير جي گهڻي ڀاڱي تي قبضو ڄمائي ڇڏيو. فقط اهي علائقا آزاد رهيا جن تي اڄڪلهه پاڪستان مشتمل آهي. 1849ع تائين اهي علائقا پڻ برطانيه جي سياسي طاقت هيٺ اچي ويا. هاڻي برطانوي شهنشاهيت جو دائرو اتر ۾ خيبر لڪ کان ڏکڻ ۾ هندي وڏي سمنڊ تائين، اولهه ۾ بلوچستان ۽ اوڀر ۾ بنگال تائين وسيع ٿي ويو.

## آزاديءَ لاءِ جنگ:

جڏهن برطانيه هندستان جي فتح کي مڪمل ڪيو ته مقامي ماڻهن ڌارين جي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي جدوجهد شروع ڪئي. 1857ع ۾ هنن آزاديءَ لاءِ جنگ ڪئي. هن جنگ جا ڪيترائي سبب هئا.

برطانوي حاڪم، مقامي ريتن رسمن ۽ رواجن کي عزت جي نگاهه سان ڪونه ڏسندا هئا. هنن اهڙا قاعدا قانون لاڳو ڪيا جن سان هنن جي سلطنت کي وسعت حاصل ٿئي، جهڙوڪ: هنن هڪ قانون اهو رائج ڪيو ته جيڪڏهن ڪنهن رياست جو والي يا راجا بغير وارث جي فوت ٿي وڃي ته ان جي رياست برطانوي سلطنت ۾ شامل ڪئي ويندي. هنن فارسي ٻوليءَ جي جاءِ تي انگريزي ٻوليءَ کي رائج ڪيو. فوج ۾ انگريز سپاهين ۽ عملدارن کي گهڻي پگهار ملندي هئي. ساڳئي عهدي جي مقامي فوجي ملازمن جي پگهار تمام گهٽ هوندي هئي.

1857ع ۾ مقامي سپاهين کي خبر پئي ته کين ملندڙ ڪارتوسن تي سوئر ۽ ڳئونءَ جي چربي چڙهيل آهي، جنهنڪري هنن انهن کي استعمال ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ برطانوي سپاهين خلاف جنگ ۾ حصو ورتائون ۽ ڪيترائي انگريز آفيسر ۽ سپاهي ماري ڇڏيائون.

## محمدن اينگلو — اورينٽل ڪاليج جو بنياد پوڻ:

انگريزن آزاديءَ جي جنگ لاءِ فقط مسلمانن کي ذميوار قرار ڏنو، جنهن جي نتيجي ۾ مسلمانن تي هر قسم جا ظلم ڪيا ويا. گهڻن ئي بيگناهه مسلمانن کي ڦاهيون ڏنيون ويون ۽ ڪيترن ئي جون ملڪيتون ضبط ڪيون ويون. مسلمانن لاءِ ملازمتن جا دروازا بند ڪيا ويا، جنهن جي نتيجي ۾ مسلمان سياسي ۽ سماجي طرح تباهه ۽ برباد ٿي ويا. سرسيد احمد خان مسلمانن جي مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي محسوس ڪندي، سندن رهنمائي ۽ اڳواڻيءَ لاءِ اڳتي قدم وڌايو. سڀ کان پهريائين هن انگريزن کي اهو سمجهائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي ته آزاديءَ جي جنگ جا اصلي سبب ڪهڙا هئا. ان ڪان سواءِ هن ان ڳالهه تي زور ڀريو ته انگريز، مسلمانن ڏانهن پنهنجي رويي ۾ تبديلي آڻين. ساڳئي وقت هن مسلمانن کي به صلاح ڏني ته اهي اسلامي تعليم سان گڏوگڏ انگريزي ۽ سائنس جي تعليم پڻ حاصل ڪن. ان مقصد لاءِ هن علي ڳڙهه ۾ محمدن اينگلو — اورينٽل ڪاليج قائم ڪيو، جنهن 1920ع ۾ علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل ڪيو. سرسيد جي ڪوشش رنگ لاتو ۽ مسلمانن کي بهتر تعليم ملڻ لڳي. منجهن اها بيداري پڻ آئي ته هو پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪن.

### سرگرمي:

هڪ ننڍڙو مضمون لکو جنهن ۾ سر سيد احمد خان جي ننڍي کنڊ جي مسلمانن لاءِ ڪيل تعليمي، مذهبي ۽ سياسي خدمتن جو ذڪر ڪيل هجي.

## انڊين نيشنل ڪانگريس:

1885ع ۾ هڪ انگريز اي — او — هيوم (A.O.Hume) انڊين نيشنل ڪانگريس ٺاهي. شروعات ۾ هن جماعت کي انگريز حڪومت جي سرپرستي حاصل هئي. ڪيترائي سرگرم هندو ليڊر هن تنظيم ۾ شامل ٿي ويا. ٿورڙن سالن ۾ ئي هيءَ تنظيم مڪمل طور هندن جي سياسي جماعت بڻجي وئي.

انڊين نيشنل ڪانگريس جا بنيادي ميمبر

## بنگال جو ورهاڱو:

1905ع ۾ انگريزن بنگال کي ٻن حصن ۾ ورهايو. اوير ۾ مسلم اڪثريت وارو حصو ۽ اولهه ۾ هندو گهٽائي وارو علائقو اچي ٿي ويا. هن ورهاڱي خلاف وڏو احتجاج ڪيو ويو جنهن جي حمايت گهٽي ڀاڱي ڪانگريس پاران ڪئي وئي. احتجاج ڪندڙن جي مطالبن کي مڃيندي انگريز سرڪار، بنگال جي پهرين حيثيت بحال ڪئي ۽ اهڙي طرح بنگال جي انتظامي تقسيم 1911ع ۾ختم ٿي.

## آل انڊيا مسلم ليگ جو ٺهڻ:

1906ع ۾ نواب سليم الله ۽ ٻين مسلمان اڳواڻن، آل انڊيا مسلم ليگ قائم ڪئي. هن جماعت جي ٺهڻ جو مکيه مقصد مسلمانن جي حقن ۽ مفادن جو بچاءُ ڪرڻ هو. 1913ع ۾ هنن خود – حڪومت جي سرشتي لاءِ پڻ ڪم شروع ڪيو. (جنهن جو مطلب هو ته هندستاني پنهنجي مٿان، پنهنجو راڄ قائم ڪرڻ گهرن ٿا). هن دؤر ۾ ئي قائدِاعظم محمد علي جناح، مسلم ليگ جو ميمبر بڻيو.

مسلم ليگي اڳواڻ قائد اعظم محمد علي جناح سان گڏ

## لکنؤ ٺاھ:

مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ کانپوءِ، قائداعظم محمد علي جناح، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جو گڏيل اجلاس لکنؤ ۾ ڪوٺائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون، جنھن جي نتيجي ۾ 1916ع ۾ لکنؤ ۾ اهڙو گڏيل اجلاس منعقد ٿيو، جتي ٻنهي جماعتن هڪ ٺاهه تي صحيحون ڪيون، جنھن کي ”لکنؤ ٺاھ“ سڏجي ٿو. هن ٺاهه جي اهم ڳالھ اھا ھئي تہ ڪانگريس، مسلمانن لاءِ ڌار چونڊن جي مطالبي کي تسليم ڪيو. (ان جو مطلب اھو ٿيو تہ فقط مسلمان ئي مسلمان ميمبرن کي چونڊيندا).

## پھرين مھاڀاري لڙائي (1914ع - 1918ع)

جڏھن انگريز پھرين مھاڀاري لڙائيءَ ۾ شريڪ ٿيا، تڏھن لکين هندستاني سپاهين انگريزن پاران جنگ ۾ حصو ورتو. 1917ع ۾ جڏھن وڌيڪ هندستاني سپاهين جي ضرورت محسوس ٿي، تڏھن برطانيہ جي وزيراعظم هندستانين سان واعدو ڪيو تہ جيڪڏھن هندستاني سپاهين پھرين مھاڀاري لڙائيءَ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو تہ جنگ کان پوءِ هندستانين کي خود – حڪومت جو حق ڏنو ويندو.

### ڇا توھان کي خبر آھي؟

پھرين مھاڀاري لڙائيءَ ۾ دنيا جا ڪيترا ملڪ شامل ھئا. اھا جنگ مرڪزي طاقتن (جرمني، آسٽريا ۽ ترڪي) ۽ گڏيل طاقتن (برطانيہ، فرانس، جپان، روس ۽ آمريڪا) وچ ۾ لڳي.

### سرگرمي:

دنيا جي نقشي تي ٻڌايو تہ پھرين مھاڀاري لڙائي ڪھڙن ملڪن وچ ۾ لڳي؟ مرڪزي طاقتن جي ملڪن کي ڳاڙھي رنگ ۽ گڏيل طاقتن وارن ملڪن کي آسماني رنگ ۾ ظاھر ڪريو.

## خلافت تحريڪ:

جڏهن گڏيل طاقتن (Allies) جنگ ۾ ڪاميابي ماڻي ۽ مرڪزي طاقتن کي شڪست ملي جنهن ۾ ترڪي به شامل هئي، تڏهن مسلمانن کي وڏو خدشو هو ته انگريز، ترڪيءَ جي خلافتِ عثمانيه کي ختم ڪري ڇڏيندا. ان عمل کي روڪرائڻ لاءِ علي ڀائرن، مولانا محمد علي ۽ مولانا شوڪت علي، هندستان ۾ خلافت جي بچاءَ لاءِ خلافت تحريڪ شروع ڪئي. هن تحريڪ هندستاني مسلمانن ۾ ڪافي جوش ۽ جذبو پيدا ڪيو. خود ترڪيءَ ۾ آيل وڏي سياسي تبديليءَ جي ڪري جنهن ۾ ڪمال اتاترڪ خليفي کي لاهي ڇڏيو هو، ختم ٿي وئي. ان ريت هيءَ تحريڪ هندستان ۾ به ختم ٿي وئي. هاڻي ترڪي جمهوريه يعني ريپبلڪ بڻجي وئي، جنهن ۾ ماڻهو پنهنجا نمائندا پاڻ چونڊڻ لڳا.

## ڪل جماعتي ڪانفرنس:

ڪانگريس ۽ مسلم ليگ 1928ع ۾ منعقد آل پارٽيز ڪانفرنس جي موقعي تي هندستان جي آئين بابت غور ويچار ڪيو. هن ڪانفرنس جي رپورٽ جنهن کي عام طور سان ”نهرو رپورٽ“ (جواهر لال نهرو جي پيءُ موتي لال نهروءَ طرفان پيش ڪيل) چئجي ٿو، پڌري ڪئي وئي. جيڪڏهن هن رپورٽ تي عمل ٿئي ها ته پوءِ مسلمان هميشه لاءِ هندستان ۾ اقليت بڻجي وڃن ها، جن مٿان سدائين هندو اڪثريت حڪمراني ڪري ها. قائداعظم انهيءَ رپورٽ جي موت ۾ 1929ع ۾ پنهنجا ”چوڏهن نُڪتا“ پيش ڪيا جنهن ۾ سيني اقليتن لاءِ هڪجهڙن حقن جو مطالبو ڪيل هو. خاص طور سان مسلمانن جي مفادن جي ڳالهه ورجائي وئي هئي. ڪانگريس، جناح جي چوڏهن نڪتن کي رد ڪري ڇڏيو.

## ڌار مسلم رياست جي قيام لاءِ اقبال جو سڏ:

ڊسمبر 1930ع ۾ مسلم ليگ جي ساليانې ميڙ ۾ الهه آباد جي شهر ۾ صدارتي تقرير ڪندي، علامہ اقبال چيو تہ اتر – اولهہ هندستان ۾ مسلم اڪثريتي علائقن کي گڏي هڪ ڌار مسلم رياست قائم ڪئي وڃي،جنهن ۾ پنجاب، سرحدي صوبو، سنڌ ۽ بلوچستان شامل هجن.

اهو پهريون پيرو هو جو ڪنهن مسلمان اڳواڻ اهڙي قسم جو تصور، ڏکڻ ايشيا جي مسلمانن آڏو رکيو هو.

## گول ميز ڪانفرنسون 1930ع کان 1932ع:

هندستان کي خود – حڪومتي سرشتو ڏيڻ لاءِ برطانوي سرڪار لندن جي شهر ۾ ٽي گول ميز ڪانفرنسون منعقد ڪيون پر ٽئي ڪانفرنسون پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نہ ٿيون.

سرگرمي:

علامہ اقبال ڌار مسلم رياست لاءِ جن علائقن کي تجويز ڪيو هو، تن جا نالا لکو.

## حڪومتِ هند جو 1935ع وارو ايڪٽ:

هن ايڪٽ مطابق، هندستان جا ماڻهو پنهنجي مرضيءَ موجب پنهنجي حڪومت جوڙي سگهندا، پر اهي برطانوي شهنشاهيت جو حصو رهندا. هن ايڪٽ پٽاندر، 1937ع ۾ صوبائي قانون ساز ادارن جون چونڊون ڪرايون ويون، جن ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس ڀرپور حصو ورتو. هندستان جي يارنهن صوبن مان، ڪانگريس ستن صوبن ۾ ۽ مسلم اڪثريتي پارٽين چئن صوبن ۾ حڪومت قائم ڪئي. ڪانگريس جي حڪمرانيءَ وارن صوبن ۾ بلڪم چندر چيٽرجي جي ناول انند ناٿ ۾ شامل نغمي ”بندي ماترم“ کي قومي تراني جي حيثيت ڏني وئي. اردوءَ جي جاءِ تي هندي ٻوليءَ کي رائج ڪيو ويو. ڳئونءَ جي ڪوس تي پابندي مڙهي وئي. صوبائي حڪومتن جي اهڙن فيصلن ۽ پاليسين جي ڪري مسلم آبادي کي ڏاڍيون ڏکيائون ۽ مشڪلاتون پيش آيون. مسلمان اڳواڻن محسوس ڪيو ته گڏيل هندستان ۾ مسلمانن لاءِ پنهنجي مذهبي تعليمات موجب زندگي گذارڻ، هڪ مشڪل ڪم بنجي ويو هو، تنهنڪري هنن ڌار مسلم رياست جي قيام کي نهايت ضروري سمجهيو ۽ ان سلسلي ۾ عملي قدم کڻڻ لاءِ پنهنجي جدوجهد تيز ڪري ڇڏي.

## ٻي مهاڀاري لڙائي:

1939ع ۾ جڏهن دنيا ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي، تڏهن برطانوي سرڪار پُراميد هئي ته هندستاني هن جنگ ۾ برطانيه جو ڀرپور ساٿ ڏيندا. ڪانگريس هن صورتحال جو فائدو وٺندي، زوردار مطالبو ڪيو ته جيڪڏهن برطانوي سرڪار کي هندستان جو سهڪار گهرجي ته اها فوري طور هندستان ۾ اقتدار هتان جي سياسي قوت کي منتقل ڪري. برطانيه اهو مطالبو مڃڻ کان انڪار ڪيو. احتجاج طور ڪانگريس جي صوبائي حڪومتن استعفائون ڏنيون. مسلمانن 22 ڊسمبر 1939ع تي ”ڇوٽڪاري جو ڏينهن“ ملهايو.

### ڇا توهان کي خبر آهي؟

ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ لکين ماڻهن جي موت ۽ ڪيترن ملڪن جي تباهيءَ کان پوءِ 1945ع ۾ اقوامِ متحده (گڏيل قومن) جو ادارو قائم ٿيو هو.

## پاڪستان جو نهراءُ:

23 مارچ 1940ع تي، مسلم ليگ لاهور جي شهر ۾ هڪ تاريخي نهراءُ بحال ڪيو، جيڪو ”پاڪستان جي نهراءُ“ جي نالي سان مشهور آهي. ان نهراءُ ۾ ڄاڻايل آهي ته ڪوبہ آئيني خاڪو، جيڪو هينئين بنيادي اصولن تي ٻڌل نہ هوندو، اهو ملڪ ۾ هلي نہ سگهندو ۽ هندستان جا مسلمان ان کي هرگز قبول نہ ڪندا.

”جاگرافيائي طور هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ايڪاين جون حدون قائم ڪري، انهن کي جدا علائقن ۾ ورهايو وڃي ۽ انهن ايراضين ۾ جتي جتي مسلمانن جي گهڻائي آهي جهڙوڪ هندستان جي اتر – اولهه ۽ اوڀر وارو ڀاڱو، انهن کي آزاد مملڪتن جي حيثيت سان، هڪ ٻئي سان اهڙيءَ ريت ڳنڍيو وڃي جو انهن مان هرهڪ ايڪو خودمختيار هجي. خودمختيار ايڪاين جي آئين ۾، اقليت يعني ٿورائي واري آباديءَ جي مذهبي، ثقافتي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جي مناسب، مؤثر ۽ لازمي ضمانت ڏنل هجي.“

مسلم اڪثريتي علائقا

مسلم اقليتي علائقا

## 1945-46ع وارين چونڊون:

جڏهن 1945-46ع وارين عام چونڊن جو اعلان ٿيو تہ مسلم ليگ ان ۾ پُرجوش حصو ورتو ۽ مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلمانن لاءِ سيٽن جاين تي ڪاميابي حاصل ڪئي. ان مان اهو پڪو ثبوت مليو تہ ننڍي کنڊ جا مسلمان قائداعظم جي قيادت ۾ متحد آهن ۽ ڌار مسلم وطن لاءِ سندس جدوجهد جي مڪمل حمايت ڪن ٿا.

## آزادي:

14 آگسٽ 1947ع تي لارڊ مائونٽ بيٽن، ”1947ع واري هندستان جي آزاديءَ واري ايڪٽ“ مطابق اقتدار، برطانيہ کان ٻن مملڪتن يعني پاڪستان ۽ هندستان حوالي ڪيو.

### ڇا توهان کي خبر آهي؟

پاڪستان جو نالو، چوڌري رحمت علي (1895ع ۾ ڄائو ۽ 1951ع ۾ گذاري ويو) جوڙيو، جيڪو ڪيمبرج يونيورسٽيءَ جو شاگرد هو. هن 1933ع ۾ پنجاب مان ”پ“، افغانيہ (صوبي سرحد) مان ”ا“، ڪشمير مان ”ڪ“، سنڌ مان ”س“ ۽ بلوچستان مان ”تان“ جا اکر ڪٽي لفظ ”پاڪستان“ جوڙيو.

### سرگرمي: اختلاف جو نبيرو ڪيئن ڪجي؟

اختلاف يا جهيڙو ان مهل شروع ٿئي ٿو، جڏهن ماڻهو، ماڻهن جا گروهه يا ملڪ هڪ ٻئي سان ڪنهن معاملي تي نہ ٺا نهن ۽ ڪا هڪ ڌر ٻيءَ جي مؤقف کي مڃڻ لاءِ تيار ناهي. اختلاف وقت ڪان هميشہ پاڻ بچائجي، جنهن ۾ٺي ڌرين جو ڀلو آهي. هيٺ اختلافن جي نبيري لاءِ ڪجهہ طريقا ٻڌائجن ٿا:

رابطو: اختلاف بنسبت ڳالهہ ٻولهہ ڪري هڪٻئي جي مؤقف کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي.

عملي قدم کڻڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ: اهڙا اُپاءَ وٺڻ جون تدبيرون ڪجن جيئن اختلاف جو نبيرو ٿي سگهي يا ان ڏس ۾ ڪا راهہ کلي پوي.

ٽياڪڙي يا ثالث: ڪنهن وچ واري ماڻهوءَ معرفت اختلاف جي نبيري لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

امين مقرر ڪرڻ: ڌرين کي ڇئجي تہ پنهنجا امين مقرر ڪري، جيڪي حق روءِ اختلاف جو فيصلو ڪن.

دعويٰ داخل ڪرڻ: عدالت ۾ دعويٰ داخل ڪري، اختلاف جو نبيرو جج حوالي ڪجي.

قانون سازي ذريعي: نئون قانون ناهي يا موجود قانونن ۾ ترميم آڻي مسئلي جو حل ڪڍيو وڃي.

(الف) هندستان جي ماڻهن پنهنجي اختلافن جي نبيري لاءِ جيڪي طريقا اختيار ڪيا، انهن جو ذڪر ڪيو.

(ب) هندو – مسلم اختلافن جو نبيرو، هندستان ۽ پاڪستان جي ٻن آزاد مملڪتن جي نهڻ سان ٿيو. توهان جي خيال ۾ ٻيا ڪهڙا مسئلا حل ٿي پئي سگهيا؟

## اختصار

هن باب ۾ اسان اهڙن مکيہ تاريخي واقعن بابت پڙهيو، جن جي نتيجي ۾ پاڪستان قائم ٿيو. اسان کي اها پڻ خبر پئي تہ دنيا جي ٻين حصن ۾ ٿيندڙ واقعن جو، ننڍي کنڊ جي ماڻهن جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر پيو؟ اها ڄاڻ پڻ حاصل ٿي تہ خاص ماڻهن، نظرين، واقعن ۽ فيصلن جو تاريخ تي گهرو اثر پوي ٿو ۽ جيڪڏهن هو مختلف طرز فڪر ۽ طرز عمل اختيار ڪن ها تہ حالتون بہ مختلف هجن ها!

## مشق

(الف) گهڻ – جوابي سوال: هر سوال هينان ٿي جواب ڏنل آهن. توهان صحيح جواب تي(✓) جو نشان لڳايو.

(i) آزاديءَ جي جنگ ڪهڙي سال لڳي؟

(الف) 1757ع (ب) 1857ع (ج) 1957ع

(ii) انڊين نيشنل ڪانگريس ڪهڙي سن ۾ قائم ٿي؟

(الف) 1880ع (ب) 1885ع (ج) 1985ع

(iii) آل انڊيا مسلم ليگ ڪهڙي سال قائم ٿي؟

(الف) 1806ع (ب) 1906ع (ج) 2006ع

(iv) ”پاڪستان جو نعراءُ“ ڪهڙي سن ۾ منظور ڪيو ويو؟

(الف) 1920ع (ب) 1930ع (ج) 1940ع

(v) برطانيہ کان پاڪستان ۽ هندستان ڏانهن اقتدار جي منتقليءَ جو اعلان ڪنهن ڪيو؟

(الف) لارڊ ڪرزن (ب) لارڊ ڊلهائوسي (ج) لارڊ مائونٽ بيٽن

## (ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- آزاديءَ جي جنگ جي ناڪاميءَ کان پوءِ مسلمانن کي ڪهڙن ڪهڙن مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو؟

2- آل انڊيا مسلم ليگ ڇو قائم ڪئي وئي؟

3- هندستان جي ننڍي کنڊ جي مسلمانن ڌار وطن جو مطالبو ڇو ڪيو؟

4- آزادي ڇو ضروري آهي؟

5- 1857ع کان 1947ع يعني پاڪستان جي نهڻ تائين، هر ڏهه سالي (Decade) جي اهم واقعن کي وقت-پٽيءَ (Time line) تي ڏيکاريو.

6- 1930ع جي ڏهاڪي ۽ 1940ع جي ڏهاڪي ۾ ٿيندڙ ٻن اهم واقعن کي بيان ڪريو،جن جي ڪري پاڪستان جو قيام ممڪن ٿي سگهيو.

7- هندستان ۾ آزاديءَ لاءِ هلچل تي پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۽ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جا ڪهڙا اثر پيا؟

8- توهان جي خيال ۾ ڇا ٿئي ها:

(الف) جيڪڏهن انگريز هندستان ۾ نہ اچن ها!

(ب) جيڪڏهن مسلمان آل انڊيا مسلم ليگ نہ ناهين ها!

(ج) جيڪڏهن برطانيہ ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ حصو نہ وٺي ها!

(د) جيڪڏهن مسلم ليگ 1940ع وارو پاڪستان نعراءُ منظور نہ ڪري ها!

## (ج) خاڪو ٺاهيو:

ڄاڻايل خاڪي جهڙو خاڪو ٺاهي،ڏيکاريو تہ ڪهڙن ماڻهن، انهن جي نظرين، واقعن ۽ فيصلن جو آزاديءَ جي هلچل تي وڏو اثر پيو.

| انهن ماڻهن جا نالا جن جو آزاديءَ واري جدوجهد تي اثر پيو | انهن نظرين جا تفصيل جن جو آزاديءَ واري جدوجهد تي اثر پيو | انهن واقعن جو بيان جن جو آزاديءَ واري جدوجهد تي اثر پيو | انهن فيصلن جو ذڪر جن جو آزاديءَ واري جدوجهد تي اثر پيو |
|---|---|---|---|
| | | | |

## (د) عملي ڪم:

1- سرسيد احمد خان، علامہ اقبال ۽ قائداعظم محمد علي جناح جي باري ۾ وڌيڪ معلومات گڏ ڪيو. هرهڪ شخصيت جي ٽن خوبين کي بيان ڪريو.

2- آزاديءَ لاءِ جدوجهد بابت اخبارن ۽ رسالن مان تصويرون ڪيو ۽ انهن کي پنهنجي ڪلاس جي ساٿين کي ڏيکاريو.

## (هہ) اضافي سرگرمي:

”جناح“ فلم ڏسو ۽ ان بابت پنهنجي ڪلاس ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪريو. هن فلم ذريعي اسان کي قائداعظم محمد علي جناح جي شخصيت جي باري ۾ ڪهڙي ڄاڻ ملي ٿي؟

باب ڇهون

# پاڪستان ۽ دنيا جي تاريخ جون اهم شخصيتون ۽ واقعا

## سِکيا جا نتيجا

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- ڏهن سالن جي عرصي جي وِٿيءَ کي استعمال ڪندي وقت – پٽيءَ تي اهم واقعا ڏيکارڻ.

2- وڏن تاريخي واقعن (پاڪستان، ٻئي ملڪ يا دنيا) جون وقت – پٽيون ناهڻ.

3- تاريخي احوالن ۾ مختلف نُڪتن ۽ نظرين کي سڃاڻڻ.

4- پاڪستان جي ابتدائي ڏينهن جي زندگيءَ جي اڄوڪي وقت سان ڀيٽ ڪرڻ.

5- ادب، اخبارن ۽ رسالن جي مدد سان پاڪستان/ دنيا جي اهم حاضر واقعن بابت احوال گڏ ڪرڻ.

6- پاڪستان/ دنيا جي تاريخ جي اهم شخصيتن جي حياتين جي احوال مان سٺي ڪردار جا مثال چونڊي ٻڌائڻ.

7- ماضيءَ جي احوال ذريعي مسئلن ۽ انهن جي حل بابت ڄاڻڻ ۽ انهن کي طئي ڪرڻ وارن فيصلن جي مختصر المدت (ٿور–وقتي) ۽ طويل المدت (گهڻ – وقتي) اثرن کي معلوم ڪرڻ.

8- اهڙن مسئلن جو ذڪر ڪرڻ، جيڪي ماضيءَ ۾ شروع ٿيا ۽ اڄ ڏينهن تائين هلندا ٿا اچن.

9- اهو سڃاڻڻ ته هڪ فرد جي نظرين، واقعن ۽ فيصلن جو تاريخ تي وڏو اثر پيو آهي.

10- اها اڳڪٿي ڪرڻ ته واقعن جو رُخ مختلف صورت وٺي ها، جيڪڏهن خاص فرد يا گروهه پنهنجي قدمن کي مختلف انداز سان کڻن ها.

# پاڪستان ۽ دنيا جي تاريخ جون اهم شخصيتون ۽ واقعا

تاريخ ۾ ڪيترا ئي اهم ماڻهو ۽ ڪيئين اهم واقعا ٿي گذريا آهن. انهن فردن ۽ واقعن جي مدد سان اسان کي اهو سمجهڻ ۾ آساني ٿئي ٿي ته اسان جي ملڪ توڙي دنيا ۾ وقت گذرڻ سان گڏ ڪهڙي ترقي ۽ اوسر ٿي آهي. اهم فردن ۽ واقعن جو اڀياس اسان کي اهو سبق به ڏئي ٿو ته عزم ۽ پختي يقين سان دنيا ۾ تبديلي آڻي سگهجي ٿي. جيئن قائدِ اعظم يا نيلسن منڊيلا يا مقصد سان واڳيل ماڻهن جي هڪ ننڍڙي گروهه جيڪي شپ يارڊ ۾ مزدور هئا، "سالِيڊيرٽي تحريڪ" هلائي يا 2003ع ۾ لائبيريا جي عورتن جي هڪ ٽوليءَ، ملڪ ۾ ٿيندڙ ظلمن ۽ خونريزيءَ جو انت آندو.

ايندڙ ڪجهه صفحن ۾ اسان 1947ع يعني پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ واري سال کان وٺي 2014ع تائين، پاڪستان جي اهم شخصيتن ۽ خاص واقعن بابت پڙهنداسين. انهيءَ ساڳئي عرصي ۾ دنيا جي اهم واقعن توڙي مکيه شخصيتن بابت پڻ ضروري ڄاڻ حاصل ڪنداسين.

دنيا جو سياسي (ملڪي) نقشو

**استادن لاءِ هدايتون:** دنيا جي واقعن کي بيان ڪرڻ وقت، شاگردن کي چئو ته اُهي ان ملڪ کي نقشي ۾ تلاش ڪن، جنهن جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه ٿي رهي آهي.

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 1940ع وارو ڏهاڪو | پاڪستان 14 آگسٽ 1947ع تي قائم ٿيو. لکين مسلمان پاڪستان ۾ آيا ۽ لکين هندو، پاڪستان ڇڏي هندستان هليا ويا. | 14 آگسٽ 1947ع آزاديءَ جو ڏينهن<br>پاڪستان زنده باد<br>پاڪستان زنده باد | 1945ع ۾ ٻين مهاڀاري لڙائي ختم ٿي، جڏهن آمريڪا جپان جي ٻن شهرن ناگاساڪي ۽ هيروشيما مٿان ايٽمي بم اڇلايا، جنهن ۾ لکين بيگناهه شهري مري ويا. | ايٽمي بم |
| | 1948ع ۾ اردو پاڪستان جي قومي ٻولي بنجي وئي. | | 1945ع ۾ گڏيل قومن جو بنياد پيو. | گڏيل قومون |
| | 1948ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ ڪشمير جي مسئلي تان جنگ لڳي. | | | |
| | قائدِ اعظم محمد علي جناح بيمار رهڻ ڪري 11 سيپٽمبر 1948ع تي وفات ڪئي. | قائدِ اعظم جي ڪفن دفن جو ڏيک | 1949ع ۾ دنيا جو پهريون ڪمپيوٽر ايجاد ٿيو، اهو ڏاڍو وڏو ڪمپيوٽر هو. | پهريون ڪمپيوٽر |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 1950ع وارو ڏهاڪو | 1951ع ۾ پاڪستان جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان کي شهيد ڪيو ويو. | وزيراعظم لياقت علي خان قومي اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جو جهنڊو ڏيکاريندي | 1950ع ۾ پهريون جديد ڪريڊٽ ڪارڊ متعارف ٿيو. | 1950 پهريون ڪريڊٽ ڪارڊ |
| | | | 1951ع ۾ پهرين رنگين ٽي.وي ايجاد ٿي. | پهرين رنگين ٽي.وي |
| | 1956ع ۾ اوير پاڪستان ۾ بنگالي ٻوليءَ کي پاڪستان جي ٻي قومي ٻولي بنايو ويو. | বাংলা<br>بنگالي ٻولي | 1952ع ۾ پوليو جي وئڪسين تيار ڪئي وئي. | ٻار کي پوليو کان بچاءَ جا ڦڙا پياريا پيا وڃن |
| | | | 1952ع ۾ شهزادي ايلزبيٿ برطانيه جي راڻي بڻي. | راڻي ايلزبيٿ |
| | پاڪستان جي آرمي چيف جنرل محمد ايوب خان اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ 1958ع ۾ ملڪ تي پهريون مارشل لا مڙهيو. | جنرل محمد ايوب خان | چوٿين آڪٽوبر1957ع تي روسين خلا ۾ اسپوٽنڪ سيارو موڪليو ۽ اهڙيءَ طرح "خلائي ڊوڙ" شروع ٿيو. | اسپوٽنڪ سيارو |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 1960ع وارو ڏهاڪو | 1960ع ۾ پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ ”انڊس واٽر ٽريٽي“ تي صحيحون ٿيون. | نهرو ۽ ايوب خان ٺاهه تي صحيحون ڪري رهيا آهن | 1961ع ۾ اوڀر جرمنيءَ کي اولهه جرمنيءَ کان ڌار ڪرڻ لاءِ ”برلن جي ڀت“ يا ديوار تعمير ٿي. اها ڀت، واقعي به رات پيٽ ۾ تيار ٿي وئي. | برلن جي ديوار اڏجي پئي |
| | پاڪستان روم ۾ ٿيل هاڪي اولمپڪ فائنل کٽي، هندستان جي 32 سالن جي برتريءَ جو خاتمو آندو. | هاڪي اولمپڪس فائنل راند جو ڏيک | 1963ع ۾ پهرين خلاباز خاتون ويلنٽينا ٽيريشخوف خلا ۾ سفر ڪيو. | ويلنٽينا ٽيريشخوف |
| | 1961ع ۾ مسلم فيملي لا آرڊيننس منظور ٿيو جنهن موجب عورتن ۽ ٻارن کي وڌيڪ حق حاصل ٿيا. | | 1964ع ۾ نيلسن منڊيلا کي عمر قيد سزا ڏئي ڏکڻ آفريڪا جي جيل اماڻيو ويو. | نيلسن منڊيلا |
| | 1965ع ۾ ڪشمير جي مسئلي تان پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ ٻي لڙائي لڳي. هن جنگ ۾ هندستان کي زبردست شڪست کي ڏسڻو پيو ۽ پاڪستان کي شاندار فتح حاصل ٿي. | پاڪستان – هندستان جي جنگ | 1967ع ۾ ڊاڪٽر ڪرسچين برنارڊ انساني دل جو پهريون ڪامياب ٽرانسپلانٽ آپريشن ڪيو. | انساني دل جو پهريون ڪامياب ٽرانسپلانٽ آپريشن |
| | 1969ع ۾ مخالف پارٽين جي ڪيترن ئي مهينن جي احتجاج کان پوءِ صدر فيلڊ مارشل محمد ايوب خان ملڪ جو اقتدار آرمي چيف جنرل محمد يحيٰ خان جي حوالي ڪيو. | | 1969ع ۾ آمريڪا جو نيل آرم اسٽرانگ پهريون شخص هو، جنهن چنڊ تي پنڌ ڪيو. | نيل آرم اسٽرانگ |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| 1970ع وارو ڏهاڪو | 1970ع ۾ پهريون عام چونڊون ٿيون. شيخ مجيب الرحمٰن جي عوامي ليگ اوڀر پاڪستان جي 169 سيٽن مان 167 سيٽون کٽيون. | شيخ مجيب الرحمٰن پارٽي ڪارڪنن سان گڏ. | 1970ع ۾ جيبي ڪئلڪيوليٽر متعارف ٿيو. | 70ع جي ڏهاڪي جو پهريون ڪئلڪيوليٽر |
| | ذوالفقار علي ڀٽي جي پاڪستان پيپلز پارٽي اولهه پاڪستان جي 144 سيٽن مان 84 سيٽون کٽيون. جيتوڻيڪ عوامي ليگ اڪثريتي سيٽون کٽيون پر ان جي 6 نڪتن واري تڪراري پروگرام جي ڪري حڪومت ٺاهڻ نه ڏني وئي. | ذوالفقار علي ڀٽو عام جلسي کي خطاب ڪري رهيو آهي. | 1979ع ۾ آيت الله خمينيءَ جي 15 سالن جي جلاوطني کانپوءِ ايران جي عظيم اڳواڻ جي حيثيت سان واپسي ٿي. | آيت الله خميني |
| | 1971ع ۾ اوڀر پاڪستان جي عوام حڪومت خلاف احتجاج ڪيو ۽ ڌار ملڪ لاءِ سول نافرمانيءَ جي تحريڪ شروع ڪئي. | | 1979ع ۾ مارگريٽ ٿيچر برطانيه جي پهرين عورت وزيراعظم چونڊجي وئي. | مارگريٽ ٿيچر برطانيه جي پهرين عورت وزيراعظم |
| | پاڪستاني فوج انهن کي ائين ڪرڻ کان روڪيو، مگر هندستان جي اڳرائيءَ ۽ مداخلت جي ڪري 16 ڊسمبر 1971ع تي بنگلاديش جي نالي سان هڪ نئون ملڪ وجود ۾ آيو. | | مدر ٽريسا کي غريب ۽ بيواهن لاءِ ڪم ڪرڻ تي 1979ع ۾ نوبل امن انعام سان نوازيو ويو. | مدر ٽريسا |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| | 1971ع ۾ پي پي جو اڳواڻ ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو صدر ٿيو.<br>1972ع ۾ حڪومت سيني بئنڪن، ڪارخانن، اسڪولن ۽ ڪاليجن کي نيشنلائيز يعني حڪومت جي ڪنٽرول ۾ آڻي قومي ملڪيت قرار ڏئي ڇڏيو ته جيئن سيني کي ”ڪاڌي، ڪپڙي ۽ گهر“ وارو واعدو پورو ٿي سگهي.<br>14 آگسٽ 1973ع تي نئون آئين رائج ٿيو.<br>ملڪ جو نالو اسلامي جمهوريه پاڪستان رکيو ويو.<br>1977ع ۾ عام چونڊون ٿيون. مخالف ڌر وارن الزام هنيو ته چونڊون منصفاڻيون نه ٿيون آهن. هنن احتجاج شروع ڪيو. پاڪستان جي آرمي چيف جنرل ضياءالحق اقتدار تي قبضو ڪري مارشل لا لاڳو ڪيو.<br>اسلامي قانونن جي نفاذ سان ملڪ ۾ اسلامائيزيشن جو عمل شروع ٿيو.<br>1979ع ۾ ڀٽي کي ڦاسي ڏني وئي.<br>ڊاڪٽر عبدالسلام پهريون پاڪستاني آهي، جنهن نوبل انعام حاصل ڪيو آهي. 1979ع ۾ هن کي اليڪٽرو ويڪ يونيفڪيشن ۾ نمايان ڪم ڪرڻ جي اعتراف ۾ نوبل پرائيز (انعام) سان نوازيو ويو. | ڊاڪٽر عبدالسلام | 1979ع ۾ روسي فوجون افغانستان ۾ داخل ٿيون. پاڪستان،آمريڪا ۽ ٻين اتحادي ملڪن سان گڏجي روسي فوجن کي افغانستان ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. | روسي فوجون افغانستان ۾ |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 1980ع وارو ڏهاڪو | 1981ع کان 1986ع تائين جهانگير خان دنيا ۾ اسڪواش راند جو پهريون نمبر رانديگر هو. هن 555 ميچن ۾ کنهن کان به هار نه کاڌي. لڳاتار ڪاميابين جو اهڙو ڏکيو رڪارڊ کنهن به پروفيشنل رانديگر حاصل نه ڪيو آهي. گنيز بڪ ۾ ان جهڙو عالمي رڪارڊ کنهن به قائم نه ڪيو آهي. | جهانگير خان دنيا جو سڀ کان بهترين اسڪواش جو رانديگر | 1981ع ۾ آءِ.بي.ايم (IBM) ذاتي ڪمپيوٽر متعارف ڪرايا. | پهريون ذاتي ڪمپيوٽر |
| | | | 31 آڪٽوبر 1984ع تي هندستان جي وزيراعظم اندرا گانڌي نئين دهليءَ ۾ پنهنجي ئي باڊي گارڊن (حفاظتي سپاهين) هٿان مارجي وئي. | اندرا گانڌي |
| | ريفرنڊم کان پوءِ ضياء الحق ملڪ جو صدر بڻيو. چونڊون ڪرائي محمد خان جوڻيجي کي 1985ع ۾ وزيراعظم مقرر ڪيائين. | محمد خان جوڻيجو | 1985ع ۾ ايٿوپيا ۾ وڏا ڏڪار آيا. | بکايل ماڻهن ۾ کاڌو تقسيم ٿي رهيو آهي |
| | | | 1985ع ۾ اينٽارڪٽڪ جي مٿان اوزون (Ozone) تهه ۾ سوراخ جو پتو پيو. | اوزون جو سوراخ |
| | جنرل ضياء 1988ع ۾ هوائي جهاز جي پراسرار حادثي ۾ مري ويو. غلام اسحاق خان ملڪ جو صدر ٿيو. عام چونڊون ڪرايون ويون. بينظير ڀٽو ملڪ جي وزيراعظم چونڊجي وئي ۽ ملڪ ۾ جمهوريت موٽي آئي. | صدر غلام اسحاق خان<br>بينظير ڀٽو پاڪستان جي وزيراعظم چونڊجي وئي | 1990ع ۾ برلن جي ديوار کي ڊاٺو ويو. جرمنيءَ کي وري متحد ڪرڻ جون ڪوششون تيز ٿي ويون. | برلن جي ديوار کي ڊاهيو پيو وڃي |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 1990ع وارو ڏهاڪو | 6 آگسٽ 1990ع تي صدر غلام اسحاق خان، بينظير حڪومت کي ڊسمس ڪري ڇڏيو ۽ نين چونڊن جو اعلان ڪيو. محمد نوازشريف وزيراعظم بڻيو.<br>1992ع ۾ پاڪستان ڪرڪيٽ جو ورلڊ ڪپ کٽيو.<br>1993ع ۾ صدر غلام اسحاق ۽ وزيراعظم نوازشريف وچ ۾ سخت اختلاف پيدا ٿيا. آرمي چيف جنرل عبدالوحيد ڪاڪڙ ٻنهي تي زور پريو ته استعفائون ڏين. نگران حڪومت چونڊون ڪرايون. بينظير ڀٽو ٻيو ڀيرو وزيراعظم چونڊجي وئي.<br>1996ع ۾ بينظير ڀٽو جي حڪومت ڊسمس ڪئي وئي، جيڪو قدم صدر فاروق احمد لغاريءَ کنيو.<br>عام چونڊن جو اعلان ٿيو. نواز شريف ٻيهر وزير اعظم چونڊجي آيو.<br>1999ع ۾ آرمي چيف جنرل پرويز مشرف وزيراعظم نواز شريف جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو، جڏهن هن جنرل پرويز مشرف کي عهدي تان هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي. | پاڪستان 1992ع جو ورلڊ ڪپ کٽيو<br>نوازشريف ٻيهر وزيراعظم چونڊيو | سوويت يونين جو زوال ٿيو.<br>1990ع ۾ آمريڪا ۽ سوويت يونين وچ ۾ سرد جنگ جو خاتمو آيو.<br>نيلسن منڊيلا 27 سال قيد ۾ رهڻ کان پوءِ آزاد ٿيو. ڪارن خلاف متيڀد جو قانون ختم ڪيو ويو.<br>1994ع ۾ نيلسن منڊيلا ڏکڻ آفريڪا جو پهريون صدر چونڊيو ويو.<br>1994ع کان انٽرنيٽ جو استعمال شروع ٿيو.<br>مئي 1994ع ۾ برطانيه ۽ فرانس کي ملائڻ لاءِ چينل (سرنگهه) جو افتتاح ٿيو.<br>جنوري 1996ع ۾ ملائيشيا جي شهر ڪوالالمپور ۾ دنيا جي اوچي عمارت ”جاڙا برج“ جي تعمير مڪمل ٿي.<br>جولاءِ 1996ع ۾ سائنسدانن ڊولي رڍ جي ڪلوننگ ڪئي.<br>1997ع ۾ برطانيه هانگ ڪانگ کي چين جي حوالي ڪيو. | ڏکڻ آفريڪا جو جهنڊو<br>انٽرنيٽ جي ارتقا<br>چينل سرنگهه<br>ڪوالالمپور، ملائيشيا جا ”جاڙا برج“<br>ڪلونڊرڍ ڊولي<br>هانگ ڪانگ چين حوالي ڪرڻ جي سرڪاري تقريب |

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 2000ع جو ڏهاڪو | 2002ع ۾ جنرل مشرف ريفرنڊم ڪرائي ملڪ جو صدر ٿيو.<br>2002ع جي چونڊن کان پوءِ مير ظفر الله خان جمالي پاڪستان جو وزيراعظم بڻيو.<br>26 جون 2004ع تي مير ظفر الله جماليءَ استعفا ڏني، ڇاڪاڻ ته سندس صدر مشرف سان اختلاف ٿي پيا.<br>قومي اسيمبليءَ چوڌري شجاعت حسين کي ليڊر آف هائوس چونڊيو ۽ هن 30 جون 2004 ع تي وزيراعظم جو قسم کنيو.<br>20 آگسٽ 2004ع تي چوڌري شجاعت حسين استعفا ڏني ۽ شوڪت عزيز کي پاڪستان جو وزيراعظم چونڊيو ويو.<br>2005ع ۾ آزاد ڪشمير ۾ 7.6 شدت سان زلزلو آيو جنهن ۾ 80,000 ماڻهو مري ويا ۽ چاليهه لک ماڻهو بي گهر ٿيا. زلزلي جي ڪري متاثر ٿيل ماڻهن جي سڄي ملڪ جي عوام طرفان ڀرپور مدد ڪئي وئي. | جنرل مشرف<br>مير ظفر الله جمالي<br>چوڌري شجاعت حسين<br>شوڪت عزيز<br>آزاد ڪشمير ۾ زميني زلزلو | 2001ع ۾ جرمنيءَ جي شهر بون ۾ 178 ملڪن (آمريڪا کان سواءِ) جي نمائندن هڪ عهدنامي تي صحيحون ڪيون ته اُهي گرين هائوس گيسن ۾ گهٽتائي آڻيندا ته جيئن موسمي تبديلين کي روڪي سگهجي.<br>2001ع ۾ نيويارڪ جي ”جاڙن برجن“ تي دهشتگردن حملو ڪري ان کي تباهه ڪري ڇڏيو. آمريڪا ۽ برطانيه، افغانستان تي بمباري ڪئي، جتي هنن جي موقف موجب حملو ڪندڙ دهشتگردن پناهه ورتي هئي.<br>2002ع ۾ هڪ اسرائيلي ٽئنڪ گولي باز، فلسطيني سرزمين تي حملو ڪرڻ کان انڪار ڪيو، جيڪا سرزمين 1967ع کان پوءِ اسرائيل جي قبضي ۾ آئي. سندس پنيرائي ۾ ٻين گوليبازن به انڪار ڪيو.<br>2003ع ۾ آمريڪا ۽ برطانيه، عراق خلاف جنگ شروع ڪئي. | نيويارڪ ۾ ورلڊ ٽريڊ سينٽر جي جاڙن برجن جي تباهي |

2007ع ۾ جنرل مشرف ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪئي ۽ پاڪستان جي چيف جسٽس کي عهدي تان لاهي ڇڏيو. سندس خلاف ملڪ گير احتجاج شروع ٿيو، جنهن جي اڳواٽي ملڪ جي وڪيلن ڪئي. اقتدار تي سندس ضابطو ڪمزور ٿيڻ لڳو.

2007ع ۾ لياقت باغ راولپنڊي ۾ بينظير ڀٽو، قاتلاڻه حملي ۾ شهيد ٿي وئي.

2008ع ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻي ۽ يوسف رضا گيلاني ملڪ جو وزيراعظم چونڊيو ويو.

2008ع ۾ جنرل مشرف ملڪ جي صدارت تان استعفا ڏني. مکيه سياسي پارٽين طرفان مٿس اهو دٻاءُ هو.

آصف علي زرداري ملڪ جو نئون صدر چونڊيو ويو.

جنوري 2009ع ۾ علي معين نوازش هڪ سال ۾ ڪيمبرج يونيورسٽي جي اي (A) ليول امتحان ۾ 23 'A' حاصل ڪيا. هن مهل تائين ٻئي ڪنهن ايترا 'A' حاصل نه ڪيا آهن. ان ڪاميابيءَ تي ڪيس ڪيترا ئي انعام ۽ اعزاز مليا جن ۾ "پرائيڊ آف پرفارمنس" جو اعزاز به شامل آهي.

مشرف خلاف وڪيلن جو احتجاج

شهيد بينظير ڀٽو

يوسف رضا گيلاني وزيراعظم جي عهدي جو قسم کڻي رهيو آهي

آصف علي زرداري پاڪستان جو صدر چونڊجي ويو

'A' 23- A ليول امتحان ۾ حاصل ڪندڙ علي معين نوازش

2003ع ۾ لائبيريا جي عورتن پُرامن احتجاج ذريعي غير معمولي تشدد جو خاتمو آندو.

يونان جي شهر اٿينس ۾ 2004ع ۾ اولمپڪ رانديون منعقد ٿيون. هي اهو شهر آهي جتان ئي اولمپڪ راندين جي شروعات ٿي.

2004ع جي چونڊن ۾ حامد ڪرزئي افغانستان جو صدر چونڊجي آيو.

2004ع ۾ ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا ۾ وڏو سونامي آيو جنهن ۾ ٻه لک ماڻهو مري ويا.

2005ع ۾ محمود عباس فلسطين جو پهريون صدر چونڊيو ويو.

2005ع ۾ انجيلا مَرڪيل جرمنيءَ جي پهرين خاتون چانسلر چونڊجي آئي.

2008ع ۾ باراڪ اوباما پهريون سياهه فام (ڪارو) آمريڪا جو صدر چونڊجي آيو.

2009ع ۾ سريلنڪا ۾ گهرو لڙائي ختم ٿي.

اولمپڪس 2004ع

حامد ڪرزئي افغانستان جو پهريون چونڊيل صدر

سونامي ايشيا ۾

محمود عباس

انجيلا مرڪيل

آمريڪا جو صدر باراڪ اوباما

| ڏهاڪو سال | پاڪستان جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون | دنيا جي تاريخ جا مکيه واقعا | تصويرون |
|---|---|---|---|---|
| 2010ع وارو ڏهاڪو | توهين عدالت ڪيس ۾ سپريم ڪورٽ يوسف رضا گيلانيءَ کي نااهل قرار ڏئي ڇڏيو.<br>2012ع ۾ راجا پرويز اشرف وزيراعظم چونڊيو ويو.<br>سن 2013ع ۾ پهريون دفعو پاڪستان جي جمهوري حڪومت پنهنجا آئيني پنج سال پورا ڪيا. نين چونڊن ۾ کٽي آيل اڳواڻ نوازشريف کي اقتدار منتقل ڪيو ويو. نوازشريف ٽيون دفعو پاڪستان جو وزيراعظم بڻيو.<br>2014ع ۾ راولپنڊيءَ جي راءِ حارث منظور، 9 سالن جي عمر ۾ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جو 'O' (او) ليول امتحان پاس ڪري يونيورسٽيءَ جو 800 سال ريڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو.<br>برازيل جي شهر ريودي جينيرو ۾ پاڪستان جي اسٽريٽ فٽ بال ٽيم آمريڪا جي ٽيم کي شڪست ڏيئي اسٽريٽ چائلڊ ورلڊ ڪپ 2014ع ۾ ٽيئن پوزيشن سان ميچ کٽي ورتي.<br>قبائلي علائقن ۾ ڇوڪرين جي تعليم جي سڌاري لاءِ ڪم ڪرڻ جي بدلي ملالہ يوسف زئي کي 2014ع ۾ امن جو نوبل انعام ڏنو ويو. | راجا پرويز اشرف<br>وزيراعظم<br>پاڪستان<br>Nine-year-old makes record by passing O-Level exam<br>اسٽريٽ چائلڊ فٽبال<br>ورلڊ ڪپ 2014ع<br>ملالہ<br>يوسف زئي | افغانستان جي جبلن ۾ آمريڪا هڪ ٽرلين (Trillion) آمريڪي ڊالرن کان بہ وڌيڪ جا معدني وسيلا ڳولي لڌا، جن ۾ لوهہ، ٽامو، سون ۽ لٿيم شامل آهن. انهيءَ معدني دولت سان افغانستان جي اقتصادي حالت بهتر ٿيندي.<br>2010ع ۾ اسپين فيفا (FIFA) ورلڊ ڪپ جو اعزاز کٽي ورتو.<br>2011ع ۾ عوامي تحريڪ جنهن کي "عرب اسپرنگ" چون ٿا، تيونس ۾ شروع ٿي. ملڪ ۾ بدترين قسم جي بيروزگاريءَ جي حالت ۽ پوليس جي ظلمن خلاف ماڻهو گهٽين ۾ احتجاج ڪرڻ لاءِ نڪري آيا. اها عوامي تحريڪ ٻين ملڪن جهڙوڪ ليبيا ۽ مصر ۾ بہ ڦهلجي وئي. عوام پنهنجي ڏکن ۽ تڪليفن کي پُرجوش نموني ظاهر ڪرڻ لڳو.<br>جرمنيءَ 2014ع جو "فيفا ورلڊڪپ" کٽيو. | ورلڊ فيفا چيمپئن<br>اسپين<br>عرب اسپرنگ<br>2011ع<br>ورلڊ فيفا چيمپئن<br>جرمني |

## اختصار

هن باب ۾ اسان 1940ع کان 2014ع تائين جي عرصي ۾ پاڪستان ۽ دنيا جي اهم شخصيتن ۽ مکيه واقعن بابت ڄاڻ حاصل ڪئي. اسان کي اها به خبر پئي ته ان عرصي دوران کهڙي ترقي ٿي ۽ ڪهڙيون تبديليون آيون. اسان اهو سبق پڙهي پرايو ته ماڻهو ڪامل يقين ۽ ڀرپور ويساهه سان جوش، جذبي ۽ پابنديءَ سان انفرادي توڙي اجتماعي طور بهتريءَ لاءِ ڪوشش ڪندا ته پڪ ئي پڪ پاڪستان توڙي دنيا ۾ سڌارو ۽ واڌارو ايندو ۽ انسان سٺي ۽ سهڻي زندگي گذاري سگهندا.

## مشق

(الف) گهڻ- جوابي سوال- هر هڪ سوال جي هيٺان ٽي جواب ڏنل آهن. صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو.

(i) پاڪستان جو پهريون وزيراعظم ڪير هو؟
(الف) بينظير ڀٽو (ب) لياقت علي خان (ج) شوڪت عزيز

(ii) انسان چنڊ تي پنڌ ڪڏهن ڪيو؟
(الف) 1967ع ۾ (ب) 1969ع ۾ (ج) 1971ع ۾

(iii) 2013ع جي اليڪشن کان پوءِ ڪير پاڪستان جو وزيراعظم بڻيو؟
(الف) مير هزار خان کوسو (ب) محمد نواز شريف (ج) يوسف رضا گيلاني

(iv) اوزون (Ozone) تهه ۾ سوراخ پوڻ جي خبر ڪڏهن پئي؟
(الف) 1975ع ۾ (ب) 1985ع ۾ (ج) 1995ع ۾

(v) مدر ٽريسا کي نوبل انعام ڇو مليو؟
(الف) ڪيمسٽري (ب) اقتصاديات (ج) امن جي فروغ لاءِ

(ب) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- 1940ع کان 2014ع تائين پاڪستان جي تاريخ جي وقت – پٽي ناهيو. هر ڏهه سالي (Decade) ۾ جيڪو اهم واقعو ڏيو، ان کي ڏيکاريو.

2- 1940ع کان 2014ع تائين جيڪي ايجادون ٿيون، انهن جي وقت – پٽي ناهيو.

3- باب ۾ ڏنل مواد جي روشنيءَ ۾ ٻن مسئلن جي نشاندهي ڪريو. هر مسئلي جي ٿور وقتي ۽ گهڻ وقتي (مختصر المدت ۽ طويل المدت) اثر کي واضح ڪريو.

4- ماضيءَ کان هلندڙ ڪو مسئلو ٻڌايو جيڪو اڄ به پاڪستان لاءِ مسئلو بڻيل آهي. ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪن به ٻن ڪوشش جو مختصر ذڪر ڪريو.

5- پاڪستان جي ابتدائي تاريخ (1940ع واري ڏهاڪي کان 1960ع جي ڏهاڪي تائين) جي ڀيٽ پاڪستان ۾ 2000ع کان 2014ع تائين پيش آيل واقعن سان ڪريو.

6- ٻڌايو ته ڇا ٿئي ها جيڪڏهن:
(الف) قائداعظم پاڪستان لاءِ جدوجهد نه ڪري ها!
(ب) نيلسن منڊيلا جيل ۾ نه هجي ها!
(ج) بينظير ڀٽو شهيد نه ٿئي ها!

7- هيٺين واقعن جو تاريخ تي ڪهڙو اثر پيو؟
(الف) پاڪستان جو قائم ٿيڻ.
(ب) ڪمپيوٽر جي ايجاد.

8- باب ۾ ڏنل مواد کان سواءِ پنجهي بزرگن کان پاڪستان جي شروعاتي سالن (1940ع-1950ع) بابت معلومات وٺو ۽ ان جي ڀيٽ اجوڪي پاڪستان (يعني 2000ع-2010ع) سان ڪيو.

## (ج) خاڪا ڀاريو.

هيٺ ڏنل شخصيتن جي بنيادي نظريي کي واضح ڪريو ۽ ٻڌايو ته ان نظريي اوهان جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر وڌو؟

| شخصيت جو نالو | بنيادي نظريو | اوهان جي زندگيءَ تي ان جو اثر |
|---|---|---|
| قائداعظم | | |
| زيڊ.اي.ڀٽو | | |
| نيلسن منڊيلا | | |
| مدر ٽريسا | | |

## (د) عملي سرگرميون:

1- پاڪستان ۾ ٿيل ڪنهن تازي واقعي جي چونڊ ڪيو. اخبار پڙهو، ريڊيو ۽ ٽيليويزن ڪي ٻڌو، انٽرنيٽ تي ڳولا ڪريو. ان بابت 100 لفظن جي رپورٽ تيار ڪيو.
2- دنيا جي ڪنهن تازي واقعي جي چونڊ ڪيو. پي-ٽي-وي، الجزيره، سي اين اين ۽ بي بي سي تي ان بابت خبرن کي ٻڌو. جيڪو نقط نظر پيش ڪيو وڃي، ان کي واضح ڪيو.
3- بينظير ڀٽو ۽ مدر ٽريسا بابت مواد ڳوليو. هرهڪ شخصيت جي بهترين خوبين کي بيان ڪيو.
4- 2005ع جي ڌرتيءَ جي زلزلي بابت معلومات گڏ ڪيو. ان تي هڪ سؤ لفظن جو پيراگراف لکو.
5- برلن جي ڀت (ديوار) بابت معلومات گڏ ڪيو. ان بابت هڪ ننڍڙو مضمون لکو ته اها ڇو تعمير ڪرائي وئي ۽ ان کي ڇو ڍاهيو ويو؟
6- امن جو نوبل انعام ملالہ يوسف زئي کي ڇو ڏنو ويو؟

## (هه) اضافي سرگرمي:

ڪلاس کي ننڍين ٽولين ۾ ورهايو ۽ هيٺين موضوعن مان ڪنهن هڪ بابت تفصيلي احوال گڏ ڪريو:
(الف) 1961ع جو مسلم فيملي لا آرڊيننس (ب) مڪاني حڪومت جو سرشتو
(ج) جمهوريت ڇا کي ٿو چئجي؟ اها ڇو اهم آهي؟
انهن سوالن بابت پنهنجي ڪوڄنا کي ڪلاس ۾ پيش ڪيو.

باب ستون

# ثقافت يا ڪلچر

## سِکيا جا نتيجا:

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- پاڪستان ۾ رهندڙ مختلف ثقافتي گروهن بابت معلومات.

2- مختلف ثقافتن جي هڪجهڙين خاصيتن بابت ڄاڻ.

3- پاڪستان جي ثقافتي فرقن کي بيان ڪرڻ.

4- هڪ گهڻ — ثقافتي سوسائٽيءَ جا فائدا.

5- پاڪستاني ثقافت جي هڪجهڙاين ۽ فرقن کي ٻئي ڪنهن ملڪ جي ثقافت سان ڀيٽڻ.

6- اهڙن مکيه ادارن بابت ٻڌائڻ جتي ٻارڙن جو ثقافتي ميل ميلاپ ٿئي ٿو ۽ اهي پاڻ ۾ ثقافتي طور رلي مِلي وڃن ٿا. (مذهبي ادارا، ڪٽنب، گهر وغيره).

7- ميل ميلاپ جا اهڙا طريقا ٻڌائڻ، جن ذريعي ڪٽنب ۽ خاندان، پنهنجي ٻارن کي ثقافتي رنگ ۾ رنگي ڇڏين ٿا.

8- مثال ڏئي سمجهائڻ ته نون خيالن ۽ نظرين جي گنجائش پيدا ڪندي، ثقافت ڪهڙيءَ ريت بدلجي ٿي.

# ثقافت

## ثقافت ڇا آهي؟

ثقافت يا ڪلچر زندگي گذارڻ جي اهڙن طريقن يا ڍنگن کي چئجي ٿو، جيڪي ماڻهن جي گروهه اختيار ڪيا ۽ هڪ نسل کان ٻئي نسل کي منتقل ڪيا. ڪپڙن پائڻ جي نموني، کاڌي خوراڪ جي عادتن، ڳالهائي ويندڙ ٻولي، رسم رواج ۽ روايتون (مثال طور: شاديون ۽ مذهبي رسمون وغيره) ڪتابن جي لکائي، موسيقي، ساز ۽ آواز جو طريقو، گهرن جي اڏاوت جو نمونو ۽ هلت چلت جي اصولن جي گڏيل صورت کي ثقافت چئجي ٿو. ثقافت هڪجهڙي نٿي رهي، پر وقت گذرڻ ۽ ٻين ثقافتن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ جي ڪري ان ۾ تبديليون اچن ٿيون.

**سرگرمي:** پنهنجي ثقافت بابت هڪ ننڍو مضمون لکو جنهن ۾ ثقافت جا مٿي ٻڌايل سڀ طور طريقا بيان ڪيل هجن.

## پاڪستان جون مختلف ثقافتي ڳالهيون ۽ انيڪتائون:

پاڪستان ۾ ڪيترا ئي مختلف گروهه رهن ٿا. هر گروهه مختلف نمونن جا کاڌا کائي ٿو، مختلف ڪپڙا پهري ٿو ۽ مختلف ٻولي ڳالهائي ٿو. ان طرح هرهڪ گروهه ٻئي کان مختلف به آهي ته منجهن ڪيتريون ڳالهيون هڪجهڙيون به آهن. سڀ پاڪستاني اردو ڳالهائين ٿا، ٻاجهي ماني کائين ٿا ۽ سلوار قميص پائين ٿا. ماڻهن جي اڪثريت مسلمان آهي، جيڪي وري ڪيترن فرقن ۾ ورهايل آهن. ان کان سواءِ عيسائي، هندو، سِکَ ۽ پارسي مذهبن جا ماڻهو به رهن ٿا. اهڙو سماج جنهن ۾ مختلف ثقافتن جا ماڻهو رهن ٿا، ان کي گهڻ – ثقافتي سماج چئجي ٿو. هيٺ اسين مختلف ثقافتن بابت پڙهنداسين.

**سرگرمي:** پاڪستان ۾ رهندڙ ڪن به پنجن ثقافتن جا نالا لکو.

## غذا يا کاڌو خوراڪ:

پاڪستان جي اڪثر گهرن ۾ روزانو ٻاجهي ماني پچي ٿي. ٻاجهيون اهي چڙهن ٿيون، جيڪي اڪثر انهن علائقن ۾ پوکجن ٿيون. اهڙيءَ طرح ماني به مختلف اَن جي اٽي مان پچائجي ٿي. سنڌ ۾ پلوميڇي، پالڪ پٽاٽن جي ٻاجهي ۽ چانورن جي ماني کاجي ٿي. پنجاب ۾ وري سرنهن جو ساڳ ۽ مڪئي جي ماني شوق سان کائين ٿا. پختون سَجّي، چپلي ڪباب ۽ نان کائين ٿا. بلوچ سَجّي، کاڪ (پٿر جهڙي ڪڙڪ ماني) ۽ سامونڊي ڪناري تي رهندڙ مختلف طريقن سان پچايل مڇي کائين ٿا. ماڻهن جي گهڻائي هٿ سان ماني کائي ٿي. ڪيترا چمچي ڪانٽي سان به کائين.

سجي

سبزي ٻاجهي

چانورن جي ماني

## لباس:

پاڪستان جا سڀ ماڻهو قومي لباس پائيندا آهن، يعني مرد سلوار ۽ قميص ۽ عورتون سلوار قميص سان گڏ رئو به اوڍين. ليڪن ملڪ جي مختلف علائقن ۾ سلوار قميص تي مختلف قسمن جو پرت پريو وڃي ٿو. خاص موقعن تي مرد ڪوٽ سوٽ، شيرواني يا واسڪوٽي پائين ٿا ۽ عورتون غراري ۽ ساڙهيءَ ۾ ڏيکيل نظر اينديون آهن. ڪم يا آفيس ۾ اڪثر ماڻهو سوٽ، پينٽ شرٽ توڙي سلوار قميص پائي ويندا آهن.

روايتي سلوار قميص تي پرت جو عمدو ڪم ٿيل هوندو آهي

### سرگرمي:

پاڪستان ۾ رهندڙ مختلف ثقافتي گروهن جي ماڻهن جي هڪجهڙاين ۽ مختلف ڳالهين جي نشاندهي ڪريو.

## ٻوليون:

ٻوليءَ ذريعي اسان ٻين سان ڳالهه ٻولهه ڪري سگهون ٿا. پاڪستان جي قومي ٻولي اردو آهي، جيڪا اڪثر پاڪستاني ڳالهائين ٿا. هر صوبي ۾ رهندڙ ماڻهن جي اڪثريت پنهنجي صوبائي ٻولي ڳالهائي ٿي. ليڪن صوبي ۾ رهندڙ ٻيا ماڻهو پنهنجون ٻوليون پڻ ڳالهائين ٿا. مثال طور: سنڌ ۾ ماڻهن جي اڪثريت سنڌي ٻولي ڳالهائي ٿي، پر هتي سرائڪي، گجراتي ۽ ڪڇي پڻ ڳالهائي وڃي ٿي. اتر پنجاب ۾ ماڻهن جي اڪثريت پنجابي ٻولي ڳالهائي ٿي، پر ڏکڻ پنجاب ۾ اڪثريت جي ٻولي سرائڪي آهي. بلوچستان ۾ بلوچي، براهوي ۽ پشتو ڳالهايون وڃن ٿيون. خيبر پختونخواه ۽ فاٽا ۾ هندڪو، پشتو ۽ دري ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. گلگت – بلتستان ۾ شينا، بروشاسي، خوار، وخي ۽ بلتي ٻوليون ڳالهائين ٿا. پاڪستان جي سرڪاري ٻولي انگريزي به پاڪستان ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. انگريزي ٻوليءَ جي تعليم اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ڏني وڃي ٿي. ان سان گڏ سرڪاري توڙي خانگي آفيسن ۽ ادارن ۾ پڻ انگريزي ٻوليءَ جو استعمال ڪيو وڃي ٿو. انهن مڙني ٻولين ۾ ڪيترا ئي ڪتاب لکيل آهن.

## مذهب ۽ مذهبي روايتون:

1998ع جي آدمشماريءَ موجب پاڪستان ۾ 96 في سيڪڙو ماڻهو مسلمان آهن. باقي چار سيڪڙو ماڻهن ۾ عيسائي، هندو، ٻُڌ، سِکَ ۽ پارسي اچي وڃن ٿا. جيئن تہ ملڪ ۾ مسلمانن جي گهڻائي آهي، تنهنڪري ماڻهن جي ثقافت تي اسلامي عقيدن ۽ ريتن جو گهڻو اثر آهي. نماز لاءِ اذان ڏينهن ۾ پنج دفعا ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. رمضان جي مهيني ۾ روزي جي احترام ۾ هوٽلون وغيره بند هونديون آهن. مسلمان عيدالفطر، عيد الاضحيٰ ۽ عيد ميلاد النبي ملهائيندا آهن. ٻين مذهبن وارا پنهنجي پنهنجي مذهب جون ريتون رسمون ادا ڪن ٿا. عيسائي چرچ ۾ عبادت ڪن ۽ ڪرسمس ۽ ايسٽر جا ڏينهن ملهائين. هندو مندرن ۾ وڃي بندگي ڪن ۽ هولي ۽ ڏياريءَ جا ڏڻ ملهائين.

سڄي پاڪستان ۾ صوفي بزرگن جا عرس ملهايا وڃن ٿا. صوفي درويشن سڀني ماڻهن کي امن، مِيٺ محبت ۽ ڀائپيءَ جو درس ڏنو آهي، تنهنڪري سڀني مذهبن جا ماڻهو انهن بزرگن جي عرسن ۾ شرڪت ڪن ٿا.

## وڏا ڏينهن:

پاڪستان ۾ ڪي اهڙا ڏينهن بہ آهن، جيڪي سڀني ماڻهن لاءِ اهم آهن ۽ اهي روايتي جوش ۽ جذبي سان سڄي پاڪستان ۾ ملهايا وڃن ٿا. 14 آگسٽ تي ”آزاديءَ جو ڏينهن“ ۽ 23 مارچ تي ”پاڪستان جو ڏينهن“ هر ماڻهو ملهائيندو آهي. انهن قومي ڏينهن کان سواءِ صوبن ۾ پنهنجا وڏا ڏينهن بہ آهن. بهار جي آمد تي پنجاب ۾ ”بسنت“ جوش خروش سان ملهايو ويجي ٿو. هر سال ڊسمبر جي مهيني ۾ سنڌ جا ماڻهو ”ايڪتا جو ڏهاڙو“ يا ”سنڌ جي ايڪي“ جو ڏينهن ڏاڍي جوش جذبي سان ملهائين ٿا. بلوچستان ۾ سِبي ميلو ۽ خيبر پختونخواه ۾ پختونن جي بهادريءَ جي اظهار لاءِ بزڪشي ملهائجي ٿي. گلگت – بلتستان ۾ شندور پولو جو ڏينهن ملهائبو آهي.

بسنت لاءِ لغڙ

ايڪتا جو ڏهاڙو

شندور پولو جو ڏينهن

بزڪشي

سبي ميلو

## ذهني ۽ فني شوق:

پاڪستان جا ماڻهو تخليقي ذهن رکن ٿا. اهي پنهنجي تخليقي صلاحيتن کي فن توڙي هنر جي مختلف صورتن ۾ ظاهر ڪن ٿا. مصوري، فنِ خطاطي، موسيقي، ڊراما، فنِ تعمير ۽ مختلف قسمن جا هٿ جا هنر سڄي پاڪستان ۾ ڏيکاريا وڃن ٿا. فن توڙي هنر ۾ ماڻهن جي شرڪت يا گذر بسر لاءِ آهي يا وري شوق خاطر.

خطاطي

سنڌي عورت رلي ٺاهيندي

هالا جي ڪاشيءَ جو ڪم

مِني بس تي فني ڪم

**سرگرمي:** سنڌ ۾ ٺهندڙ هٿ جي هنر جي شين کي ڄاڻايو.

اسان پڙهي آيا آهيون ته گهڻ – ثقافتي سماج اهو آهي، جنهن ۾ مختلف ثقافتي گروهه رهندا هجن. جنهن حد تائين اهڙا گروهه هڪٻئي جي ثقافت جو احترام ڪندا، ان مان اندازو لڳائي سگهبو ته اهو گهڻ – ثقافتي سماج ڪارائتو ۽ فائديمند آهي يا نه. جڏهن سماج ۾ رهندڙ ماڻهو هڪ ٻئي جي ثقافت جي عزت ڪندا ۽ پاڻ ۾ دوستي وڌائيندا ته اهڙي سماج ۾ پڪ ئي پڪ امن ۽ محبت قائم ٿيندي. امن ۽ ميٺ محبت ئي سماج جي اوسر، ترقي ۽ خوشحاليءَ ۾ مدد ڏئي ٿي. جڏهن ماڻهن جي گروهن ۾ خود غرضي ۽ ٻين جي ثقافت لاءِ احترام نه هوندو، ته اهڙي سماج ۾ نفاق ۽ جهيڙو وڌندو، جنهن جي نتيجي ۾ تشدد پيدا ٿيندو ۽ اهڙي صورتحال جنگ ۽ تباهيءَ طرف وٺي ويندي.

گهڻ – ثقافتي سماج جڏهن ثقافتي ڏي وٺ جي همت افزائي ڪري ٿو، ته ان سان فرد توڙي ڪميونٽي شاهوڪار ٿين ٿا ۽ عزت توڙي احترام جي جذبن ۽ احساسن کي هٿي ملي ٿي، ڪشاده دلي پيدا ٿئي ٿي ۽ مسئلن جي نبيري لاءِ نيون راهون نڪرن ٿيون.

گهڻ – ثقافتي سماج لاءِ ضروري آهي ته شهري، ثقافتي تفاوت ۽ اختلاف جو قدر ڪن ڇاڪاڻ ته ان وسيلي مختلف گروهه هڪ وسيع سماج ۾ سمائجي سگهن ٿا. جڏهن اهي محسوس ڪندا ته اهي ان سماج جو حصو آهن، تڏهن اهي جن سان زندگي گذارين ٿا، انهن لاءِ ڪابه قرباني

ڏيڻ کان ڪين ڪيٻائيندا. ان ذريعي ”مان“، ”اسان“ ۾ بدلجي ويندي ۽ سماج لازمي طور ترقيءَ، سڌاري ۽ واڌاري جي راهه تي اڳتي وڌندو رهندو. ان ذريعي ئي سماج کي درپيش اندروني مشڪلاتون ۽ مسئلا ۽ ٻاهر جا خطرا سولائيءَ سان ختم ڪري سگهجن ٿا.

**سرگرمي:**

هڪ ڳهڻ – ثقافتي سماج ۾ هڪٻئي لاءِ عزت ۽ احترام ذريعي فرد توڙي سماج کي ڪهڙا فائدا رسندا.

## ٻين ملڪن جي ثقافت:

ايندڙ صفحن ۾ اوهان دنيا جي ٽن ملڪن چين، سريلنڪا ۽ برطانيه جي ثقافت بابت پڙهندا.

## چين:

چين، اتر ۾ اسان جو پاڙيسري ملڪ آهي. اهو دنيا جو آباديءَ جي لحاظ کان وڏي ۾ وڏو ملڪ آهي جتي 1.35 بلين يعني 135 ڪروڙ ماڻهو رهن ٿا .

## ڪاڌو :

چيني نوڊلز (سيون)

چين جا ماڻهو چانور شوق سان کائين ٿا، جيڪي ٻاڦ تي، تريل يا چيني چانورن جي پيچي جي شڪل ۾ کائين ٿا. نوڊلز (سيون) اُٻاري يا تريل کائين. مختلف جانورن ۽ ڪڪڙجو گوشت ڏاڍو پسند ڪيو وڃي ٿو. ڊمپلنگ ۾ گوشت پري انهن کي ٻاڦ تي يا تري کائين. چاپ لڪڙيون استعمال ڪندي ڪاڌو کائين. چيني پنهنجي ديسي ٻوٽين واري چانهه کي بيحد پسند ڪن ٿا، جيڪا هو سڄو ڏينهن پيئندا آهن.

## لباس:

چيني لباس سوٽ ۽ چيانگ سام

وقت گذرڻ سان چيني لباس ۾ وڏو فرق آيو آهي. چيني ٽيونڪ سوٽ (مائو سوٽ) 1949ع کان يعني عوامي جمهوريه چين جي قيام جي وقت کان 1980ع تائين، عورتن توڙي مردن عام طور سان پاتو. چيانگ سام، چيني عورتن جو پسنديده اوچڻ آهي. اڄڪلهه چيني جديد لباس پائين ٿا، جيڪو اولهه جي ملڪن کان مختلف نه آهي. روايتي لباس فقط اهم ڏڻن، موقعن ۽ مذهبي تهوارن تي پائجي ٿو.

## ٻوليون:

چين ۾ ڪيتريون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. ميندارن چين جي قومي ٻولي آهي. ميندارن ٻوليءَ جا ڪيترا ئي نمونا ۽ لهجا آهن. چين ۾ ويو، ڪينٽني ۽ ڏاڪٽي مِن، ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون.

چيني صورتخطي

## وڏا ڏڻ يا ڏينهن:

چين ۾ ڪيترن موقعن کي جوش جذبي سان ملهايو وڃي ٿو. انهن مان ڪجهه هي آهن:

چيني نئون سال ملهائي رهيا آهن

1. **چيني نئين سال جو آغاز (بهار جو جشن):** چين جو سڀ کان اهم روايتي ڏڻ آهي. هيءُ جشن پهرئين قمري مهيني جي پهرين تاريخ تي ملهايو وڃي ٿو. (21 جنوري کان 21 فيبروري جي وچ ۾) ۽ لالٽين جي جشن سان 15 ڏينهن تي پورو ٿئي ٿو. هن جشن کان هڪ ڏينهن اڳ، چيني پنهنجي گهرن جي چڱي طرح صفائي ڪندا آهن، ته جيئن نياڳ کي گهر کان ٻهاري ٻاهر ڪڍن ۽ سڀاڳ کي نئين سال ۾ پاڻ وٽ آڻين. ملڪ کان ٻاهر يا ملڪ اندر ماڻهو هيءُ ڏڻ ملهائڻ لاءِ پري پري کان سفر ڪري پنهنجي ڪٽنبن سان اچي ملن ٿا ۽ گڏجي جشن ملهائين ٿا. هن موقعي تي آتش بازي، ڊريگن ۽ شينهن جو رقص پيش ڪيو وڃي ٿو.
2. **لالٽين جو جشن:** هن ڏڻ کي نئين چيني سال جي جشن کان پندرنهن ڏينهن پوءِ ملهايو وڃي ٿو، جيڪا مڪمل چنڊ جي پهرين رات هوندي آهي. لالٽين جشن جي موقعي تي ماڻهو بهار جي آمد جو استقبال، لالٽين ۽ آتش بازي جي نمونن کي ڏسڻ ۽ سُوپ ۾ پيل منن ٽڪرن کي کائڻ سان ڪندا آهن.

چين جي نئين سال جي جشن تي ڊريگن رقص

3. **لابا جو جشن:** چيني قمري ڪئلينڊر جي ٻارهين مهيني جي اٺين تاريخ تي هيءُ جشن ملهايو ويجي ٿو. هن ڏينهن تي گوتم ٻڌ کي ”روشني“ عطا ٿي هئي. ان جي خوشيءَ ۾ هيءُ ڏڻ ملهائجي ٿو. عام طور سان ماڻهو هن موقعي تي لابا ڪانگي ڪائيندا آهن، جيڪا اناج ۽ ميوي کي ملائي ٺاهبي آهي.

لابا (Laba) جي ڏڻ تي لابا ڪانگي پيش ڪئي پئي وڃي

## فن ۽ هنر:

چيني ماڻهو پنهنجي فن ۽ هنر جي ڪري سڄي دنيا ۾ مشهور آهن. هيٺ اهڙا ڪجهه هنر ۽ فن ڄاڻائجن ٿا، جن ۾ هنن کي مشهوري ملي آهي: پرت جو ڪم، خطاطي، موسيقي، اوپيرا، مصوري، لغڙ ناهڻ، لاک يا جنديءَ جو ڪم، پني جي ڪٽائيءَ جا نمونا، پورسيلين (چينيءَ جا ٿانءَ)، مٽيءَ جا برتن ۽ ريشم ناهڻ وغيره.

(چيني) پورسيلين جا برتن

چيني خطاطي

چيني پرت

چيني ريشم

## سريلنڪا:

سريلنڪا ڏکڻ ايشيا ۾ ٻيٽائون (Island) ملڪ آهي، جيڪو هندستان جي ڏاکڻي سامونڊي ڪناري کان ڪجهه مفاصلي تي آهي.

سريلنڪا جو جهنڊو ملڪ جي نقشي سان

## کاڌو:

سريلنڪا جا ماڻهو اُبريل يا ٻاڦ تي رڌل چانور، مصالحيدار چٽڻي ۽ ڪڙهيءَ سان گڏائي کائين. آچار، چٽڻي ۽ سيمبال واڌو ڇهر سمجهي وڃي ٿي. ناريل جو سومبال مشهور آهي، جيڪو ناريل کي سنهو ڪري، مرچن، سڪل مڇي ۽ ليمي جي رس سان ملائي تيار ڪن ٿا. اهي هاپرس (Hoppers) شوق سان کائين، جيڪي چانورن جي اٽي، ناريل جي کير ۽ خميري مان ناهين ٿا، جنهن کي ڪڙاهيءَ جهڙي ٿرٽيءَ ۾ بهتر نموني پچائي سگهجي ٿو. هاپرس (Hoppers) جا ڪيترا ئي قسم آهن. مثال طور: آني وارا هاپرس، کير وارا هاپرس ۽ سَين وارا هاپرس. سريلنڪا جا ماڻهو چانهه ڏاڍي چاهه سان پين ٿا.

آني جو هاپر

ناريل جو سيمبول

سريلنڪا ۾ ’ساروَنگ‘ ۽ ’ساڙهي‘ مرد توڙي عورتون پائين

## لباس:

سريلنڪا ۾ مرد قميص ۽ ساروَنگ (لونگيءَ جهڙو ڪپڙو) پائين. ان کان سواءِ ڪي ماڻهو پينٽ شرٽ ۽ ڪڙتو پاجامو بہ ڍڪين. سريلنڪا جي عورتن جو روايتي لباس ساڙهي آهي. اهي ٻيو لباس جهڙوڪ: اسڪرٽ (Skirt) ۽ بلائوز ۽ سلوار قميص بہ پائين.

## ٻولي:

سريلنڪا ۾ بہ وڏيون قومون رهن ٿيون: سينهالي ۽ تامل. سنهالي ماڻهو سِنهالہ ٻولي ڳالهائين، جڏهن تہ تاملن جي ٻولي تامل آهي. اهي ٻئي ٻوليون سريلنڪا جون سرڪاري ٻوليون آهن. سڄي ملڪ ۾ انگريزي عام ڳالهائي وڃي ٿي.

## مشهور ڏينهن، ڏڻ يا تهوار:

سنهالا ۽ تامل قومن لاءِ نئون سال مکيہ ثقافتي ڏينهن آهن. هيءُ جشن 14 اپريل تي ملهايو وڃي ٿو. اهو ڪٽنب سان گڏ ملهائبو آهي ۽ ان موقعي تي سوکڙين ۽ تحفن جي ڏي وٺ ٿيندي آهي. هن ڏينهن تي خاص کاڌو تيار ڪبو آهي ۽ نوان ڪپڙا پائبا آهن.

ٻڌ ڌرم جا سيئي وڏا ڏينهن چوڏهينءَ رات يا پويا (Poya) ڏينهن ۾ ملهايا وڃن ٿا. سڀ کان مکيہ ۽ مشهور پويا ڏينهن ”ويساڪ ڏينهن“ (Vesak Day) آهي، جنهن ڏينهن تي ”ٻڌ“ جي اندر جي روشني جاڳي ۽ فوت ٿي. هن ڏينهن تي گهرن اڳيان ڏيئا ٻاريا وڃن ٿا، پنڊال ڪي ”ٻڌ“ جي تصويرن سان سينگاريو وڃي ٿو ۽ مفت کاڌو تقسيم ڪيو وڃي ٿو. ٻڌ ڌرم جا متوالا هن ڏينهن تي پنهنجي عبادتگاهن ڏانهن ويندا آهن ۽ اتي ڌيان گيان ۽ روزي ۾ مشغول رهندا آهن.

## فن ۽ هنر:

سريلنڪا جي فن ۽ هنر جي اهم ڳالهه مندرن جي پينٽنگ ۽ مصوري آهي. روايتي ڪاٺ تي هٿ جو ڪم ۽ مٽيءَ جا ٿانءَ عام نهن ٿا. ساڳئي وقت پورچوگيزن کان متاثر ٿي آر ۽ زريءَ جو ڪم ۽ انڊونيشي ماڻهن کان متاثر ٿيل باٽڪ (Batik) جو سهڻو ڪم به ٿئي ٿو.

سريلنڪا جو باٽڪ

## برطانيه يا يو – ڪي (The United Kingdom)

گريٽ برٽين ۽ اتر آئرلينڊ جي گڏيل بادشاهت کي يونائيٽڊ ڪنگڊم يا يو – ڪي (برطانيه) سڏجي ٿو. اهو ملڪ يورپ کنڊ جي اتر – اولهه يا سامونڊي ڪناري تي واقع آهي.

برطانيه جو نقشو

برطانيه جو جهنڊو

## کاڌو:

ڪاڌي جي هڪ ڊش

يو – ڪي يا برطانيہ وارن جا روايتي ڪاڌا هي آهن: چپس سان مڇي، يارڪشاير پُڊنگ ۽ گريبي، سنڌي روسٽ (وڏي جي گوشت، رڍ يا ڇوڙي جي ٽنگ) جنهن کي اُبريل پاچين سان ڪائين. انگريزن جي مڪمل نيرن ۾ نمڪين گوشت، گِرلڊ (Grilled)، ٽما ٽا، تريل بريڊ، ڪاري پڊنگ، پڪل مٽر، تريل ڪنيبون، اندن ۾ رڌل قيمون ۽ انڊا. مني ۾ سادا ڪيڪ، صوف جي منائي، منيون ڪچوريون ۽ نرم اسفنجي ڪيڪ شامل آهن. اسڪاٽش ڪاڌن ۾ آربروهه، اسموڪي ۽ هيگس مشهور آهن. آئرش ماڻهو وري السٽر تريل ۽ آئرش اسٽيو پسند ڪن ٿا ۽ ويلس جي ماڻهن جو پسنديده ڪاڌو ويلش ريئربٽ آهي. چانھ برطانيہ جو مقبول مشروب آهي.

برطانيہ جا مختلف ڪاڌا

## لباس:

انگليند جي ماڻهن جو ڪو خاص مقرر ٿيل قومي لباس ناهي. اڪثر ماڻهو پينٽ ۽ شرٽ پائيندا آهن ۽ عورتون اسڪرٽ يا بلائوز سان ٽرائوزر پائين. اسڪاٽليند جي ماڻهن جو قومي لباس ڪلٽ (Klit) آهي، جيڪو اسڪرٽ جهڙو هوندو آهي ۽ چيلھ چوڙاري پائبو آهي. ويلس جو قومي لباس ڍگهي اسڪرٽ (پيٽي ڪوٽ سان) مٿان شال ويڙهيل آهي.

## ٻوليون:

برطانيہ ۾ انگريزي ٻولي هرڪو ڳالهائي ٿو. اسڪاٽليند جا ماڻهو اسڪاٽش ٻولي ڳالهائين. ويلس ۾ ويلش (سمريگ) ۽ آئرليند ۾ آئرش ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. سڄي دنيا جي مختلف ملڪن جا ماڻهو شهريت وٺي هتي رهن ٿا ۽ پنهنجون پنهنجون ٻوليون ڳالهائين ٿا.

## وڏا ڏينهن ۽ تهوار:

برطانيہ ۾ ڪرسمس ۽ ايسٽر تي سرڪاري موڪل هوندي آهي. اهي وڏا عيسائي ڏينهن آهن. ان کان سواءِ ايڊنبرگ جو جشن ۽ سينٽ اينڊريو جو پريڊ ڏينهن پڻ ملهايو وڃي ٿو.

ڪرسمس جو تهوار

سينٽ اينڊريو جو پريڊ ڏينهن

ايڊنبرگ جو ڏڻ

## فن ۽ هنر:

مصوري هتان جو خاص فن آهي. پورٽريٽ ۽ قدرتي منظرن جون تصويرون ڏاڍيون مشهور آهن. مصوري سيکارڻ جا ادارا کر کن تا ۽ مصورن جي تصويرن جي نمائش گيلرين ۾ ٿئي ٿي.

هڪ جوڙي جو پورٽريٽ

**سرگرمي:**
پنهنجي پسند جي ملڪ جي ثقافت بابت ڄاڻ حاصل ڪريو. ان بابت ڪجھ لکو ۽ تصويرون گڏ ڪريو. پنهنجي ڪلاس ۾ انهن جي نمائش ڪيو.

## هڪ ثقافتي گروپ جو حصو بنجي وڃڻ:

ڄمڻ مهل اسان کي ڳالهائڻ ڪونہ ايندو آهي. اسان کي ڪنهن خاص لباس پائڻ يا کاڌي کائڻ جو شوق بہ نہ هوندو آهي. بين کي ڏسي اسان زندگي گذارڻ جا طور طريقا سکون ٿا. ڪنهن ثقافتي گروهہ ۾ زندگي گذارڻ جي عملي طريقي کي سکڻ واري ڳالھ کي ”سماجياتي تعلق يا لاڳاپو“ چئجي ٿو.

سڀ کان پهريان، زندگي گذارڻ جو رنگ ڍنگ اسان پنهنجي ڪٽنب يا خاندان کان سکون ٿا. جيڪا بولي اسان جي گهر ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، اسان بہ اها بولي ڳالهايون ٿا. جنهن کي ”امڙ يا ماءُ جي بولي“ (Mother Tongue) سڏجي ٿو. ٻين کي ڏسي، اسان بہ اخلاق پرايون ٿا. وڏن کي سلام ڪرڻ، وقت تي نماز پڙهڻ ۽ جيڪو کاڌو ملي اهو بسم الله الرحمٰن الرحيم چئي کائڻ، ٻين کي ڏسي، سکون ٿا. گهر ۾ جيئن ٻيا ڪپڙا پائين ٿا، تيئن اسان بہ پايون ٿا.

**سرگرمي:**
اهڙيون ٽي ڳالهيون لکو جيڪي توهان پنهنجي گهر يا ڪٽنب ۾ پرايون آهن ۽ اُهي توهان جي دوست جي پنهنجي گهر مان سکيل ڳالهين کان مختلف آهن.

اسان کي زندگي گذارڻ جي تربيت تعليمي ادارن توڙي عبادت جي جاين ۾ پڻ ملي ٿي. ڪي ڳالهيون جيڪي اسان گهر ۾ سکيون آهن، اهي اسان کي اسڪول ۾ به ڪم اچن ٿيون، پر اسڪول جون ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي گهر کان مختلف آهن. اسان کي مقرر وقت تي اسڪول ۾ پهچڻو آهي. صاف ستري يونيفارم پائي وڃڻو آهي. ٽائيم ٽيبل موجب ڪلاسن ۾ ويهڻو آهي ۽ ٻين سان گڏجي پڙهڻو ۽ راند ڪيڏڻي آهي. اهڙيءَ ريت اسڪول ۾ اسان وقت جي پابندي، لباس جي صاف سترائي، مقرر پروگرام تي هلڻ ۽ گڏجي ڪم ڪرڻ سکون ٿا. مذهب ۽ مذهبي ادارا "سماجياتي لاڳاپي" جا مکيه ذريعا آهن. اسان هڪ خاص عبادت گاهه ۾ گڏ ٿيون ٿا، جتي خاص طريقي سان بندگي ڪرڻ سکون ٿا. مقدس ڪتاب پڙهون ٿا ۽ ٻيا به ڪيترا قدر سکون ٿا. جمڻ، شادي ۽ موت اهڙا موقعا آهن، جن ۾ مذهبي عنصر نمايان نظر ايندو. اسان ڪيترا مذهبي وڏا ڏينهن پڻ ڏاڍي جوش ۽ جذبي سان ملهائيندا آهيون. "سماجي لاڳاپي" جا سڀ ادارا جهڙوڪ ڪٽنب، اسڪول ۽ مذهبي هنڌ، اسان کي زندگي گذارڻ جو هڪ خاص ڍنگ ۽ طريقو سيکارن ٿا. انهن سماجي ادارن ذريعي ثقافت وڌي ويجهي ٿي.

## ثقافتي تبديلي:

ثقافت هميشه هڪ جهڙي ڪانه ٿي رهي. هرهڪ پيڙهي پنهنجي تجربي مان ان ۾ ڪجهه نه ڪجهه اضافو ڪري ٿي ۽ ٻي نسل کي منتقل ڪري ٿي، نتيجي ۾ پراڻن ثقافتي رنگن جي جاءِ تي نوان پوش چڙهن ٿا. مثال طور: ماضيءَ جي ڪيترن پاڪستانين ڪڏهن برگر، پِزا يا قسمين قسمين جون ٻوتلون نه پيتيون هونديون. اڄ هرڪو اهي کائي پيئي ٿو. انهن جو استعمال ماڻهوءَ کي ٿلهو ڪري ٿو ۽ هو ڪيترين بيمارين مثلاً ذيابيطس ۽ بلڊ پريشر جو مريض ٿي پوي ٿو. اڳ ماڻهو ڪچهريون ڪري پاڻ کي وندرائيندا هئا. هڪ ٻئي سان ميداني رانديون کيڏندا هئا. اڄ گهڻو وقت ٽي.وي ڏسندي گذري ٿو. پارڪن يا راند جي ميدانن تي ڪي ٿورا ماڻهو رانديون کيڏڻ وڃن ٿا.

اڄڪلهه پنهنجي "امڙ جي ٻولي" سان گڏ انگريزي ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو عام رواج ٿي ويو آهي. لباس تي به يورپي اثر وڌندو پيو وڃي. جديد عالمي تعليمي ادارن ۾ داخلا سولي ٿي پئي آهي. هرڪو پاڻ کي قومي سطح تي محدود نه ٿو رکي، پر پنهنجي پاڻ کي بين الاقوامي سماج جو فرد سمجهي ٿو. ان ڪري سوچ ۽ فهم ۾ ڪشادگي پيدا ٿي آهي. دنيا جي ملڪن ڏانهن مواصلاتي، معلوماتي ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي وسيلن جي ذريعي اچ وڃ ۽ ڏي وٺ آسان ٿي پئي آهي ۽ باهمي ڳانڍاپو وڌيو آهي.

## اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو ته ثقافت زندگي گذارڻ جو هڪ طريقو آهي، جيڪو نسل در نسل هلندو ۽ بدلجندو ٿو رهي. پاڪستانين ۾ جيتوڻيڪ گهڻيون ڳالهيون گڏيل آهن، پر تنهن هوندي به هتي ثقافتي طور مختلف رنگ آهن. هرڪو ٻئي جي ثقافت کي قدر ۽ پيار جي نظر سان ڏسي ٿو جنهنڪري امن ۽ خوشحاليءَ ۾ اضافو آيو آهي. اسان چين، سريلنڪا ۽ برطانيه جي ماڻهن جي ثقافت بابت به چڱي معلومات حاصل ڪئي. اسان اهو به سکيو ته ڪهڙا ادارا ثقافتي لحاظ سان اسان جي مدد ڪن ٿا. ثقافت هڪ هنڌ بيٺل نه ٿي رهي، پر وقت گذرڻ سان ان ۾ به ڪافي تبديليون اچن ٿيون.

## مشق

### (الف) گهڻ – جوابي سوال- هر سوال هيٺان ڏنل جواب آهن. توهان صحيح جواب تي(✓) جو نشان لڳايو.

(i) پاڪستان ۾ ڪهڙي قسم جو سماج قائم آهي؟
(الف) هڪ – ثقافتي (ب) ٻه – ثقافتي (ج) گهڻ - ثقافتي

(ii) سماجي لڳ لاڳاپي جو پهريون ادارو ڪهڙو آهي؟
(الف) ڪٽنب يا خاندان (ب) اسڪول (ج) عبادت جي جاءِ

(iii) دنيا ۾ ماڻهن جي گهڻائي ڪهڙي ٻولي ڳالهائي ٿي؟
(الف) انگريزي (ب) مينڊارن (ج) اسپيني

(iv) سريلنڪا جا ٻه وڏا ثقافتي گروهه ڪهڙا آهن؟
(الف) سنهالي ۽ تامل (ب) سنهالي ۽ بربر (ج) تامل ۽ بربر

(v) دنيا ۾ آدمشماري جي لحاظ کان گهٽي ۾ گهٽي آباديءَ وارو ملڪ ڪهڙو آهي؟
(الف) چين (ب) برطانيه (ج) هندستان

### (ب) هيٺين سوالن جا جواب لکو:

1- لفظ ”ثقافت“ جي وصف بيان ڪريو.
2- پاڪستان ۾ ماڻهن جا ڪيترا ئي گروهه رهن ٿا. انهن جون ڪيترين ڳالهيون هڪجهڙيون آهن. اهڙيون ڳالهيون لکو، جيڪي سيئي گروهه شيئر ڪن ٿا. هڪجهڙي عام ڪلچر يا ثقافت مان ڪهڙا فائدا آهن؟
3- هڪ گهڻ – ثقافتي سماج کي حاصل فائدن ۽ چئلينجن کي بيان ڪريو.
4- پاڪستاني ثقافت جي، هن باب ۾ جاڻايل ٻن ملڪن مان ڪنهن هڪ ملڪ جي ثقافت سان ڀيٽ ڪريو.
5- انهن طريقن کي بيان ڪريو، جيڪي اختيار ڪري هڪ ٻار ثقافتي گروهه جو حصو بنجي ٿو.

### (ج) خاڪو ناهيو.

هيٺ ڏنل خاڪي جهڙو خاڪو ناهيو. پنهنجي ۽ پنهنجي دوست وچ ۾ ثقافتي هڪجهڙاين ۽ فرقن کي واضح ڪيو:

| اهڙيون ثقافتي خاصيتون جيڪي فقط منهنجي دوست ۾ آهن | اهڙيون ثقافتي خاصيتون جيڪي اسان ٻنهي ۾ ساڳيون آهن | اهڙيون ثقافتي خاصيتون جيڪي رڳو مون ۾ آهن |
|---|---|---|
| | | |
| | | |
| | | |
| | | |

### (د) عملي ڪم:

1- پنهنجي ماءُ پيءُ ڪان انٽرويو وٺو. ڪائنن سندن زندگي گذارڻ جي ڍنگ جو احوال معلوم ڪريو. (ثقافتي خاصيتن ڪي ڌيان ۾ رکو) هاڻي پنهنجي زندگي گذارڻ جي ڍنگ تي سوچيو ۽ ان بابت لکو. ٻنهي زندگي گذارڻ جي نمونن جي ڀيٽ ڪري تبديليءَ کي ظاهر ڪريو. ڪوشش ڪري تبديليءَ جي سببن کي معلوم ڪيو.

2- اسان جيڪا زندگي گذاريون ٿا، ان کي ٽيڪنالاجيءَ ڪيئن تبديل ڪيو آهي؟ سوچي تفصيل سان جواب ڏيو:

(الف) توهان جي ابي امان ٽيڪنالاجيءَ جون جيڪي شيون استعمال ڪيون، انهن جي لسٽ ٺاهيو.

(ب) روزاني جي بنياد تي، اڄڪلهه استعمال ٿيندڙ ٽيڪنالاجيءَ جي شين جو تفصيل سان ذڪر ڪيو.

(ج) ٻڌايو تہ ٽيڪنالاجيءَ اسان جي ڪم، هلت چلت ۽ ٻين سان لاڳاپن ۽ ناتن کي ڪهڙيءَ ريت بدلايو آهي؟

(د) ٽيڪنالاجيءَ ڪهڙي تبديلي آندي آهي؟

(م) توهان اجان ڪهڙين تبديلين جي اڳڪٿي ڪري سگهو ٿا؟

### (ه) اضافي سرگرمي:

پنهنجي پسند جي ڪنهن ملڪ جي ثقافت بابت معلومات گڏ ڪريو. ان کي هيٺ ڏنل خاڪي جهڙي شڪل ۾ پيش ڪيو:

| ثقافتي خاصيتون | پاڪستان | اوهان جي پسند وارو ملڪ |
|---|---|---|
| لباس | | |

باب اٺون

# مال اسباب يا شيون ۽ خدمتون

## سِکيا جا نتيجا:

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- حڪومتي يا سرڪاري شين ۽ خدمتن جي اصطلاحن جي وصف بيان ڪرڻ.

2- سرڪاري ۽ خانگي يا ذاتي شين ۽ خدمتن وچ ۾ تفاوت کي سمجهڻ.

3- ڪن سرڪاري شين ۽ خدمتن جي سڃاڻپ ڪرڻ.

4- اهي طريقا ٻڌائڻ جنهن ۾ حڪومت، شيون ۽ خدمتون (ٽيڪس ۽ قرض) مهيا ڪري ٿي.

5- آمدني ۽ روانگي مال جي وصف بيان ڪرڻ.

6- پاڪستان جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ بين الاقوامي واپار جي اهميت کي سمجهڻ.

7- گراف - ليڪ ذريعي واضح ڪيل انگن اکرن مان ٽي وڌيون/ گهٽيون آمدني مال جون شيون ۽ ٽي وڌيون روانگي مال جون شيون ٻڌائڻ.

8- آمدني مال جي عام شين جي پيداوار وارن هنڌن کي ڳولڻ ۽ ٻڌائڻ ته اهي شيون پاڪستان ۾ ڪهڙيءَ ريت پهچن ٿيون؟

9- فردن جي زندگي ۽ واپار ۾ بئنڪن جي ڪردار بابت ٻڌائڻ.

10- پاڪستان ۾ اسٽيٽ بئنڪ جي اهميت ۽ افاديت کي واضح ڪرڻ.

11- پاڪستان جي اقتصاديات ۾ وفاقي حڪومت جي ڪردار کي سمجهڻ.

12- پاڪستان جي اقتصادي سرشتي بابت ڪجهه ٻڌائڻ.

# خانگي/ ذاتي ۽ سرڪاري شين ۽ خدمتون

چوٿين ڪلاس ۾ اسان پڙهي آيا آهيون ته شيون يا مال (Goods) اهڙي پيداوار آهن، جن کي اسان خريد ڪريون ٿا، جهڙوڪ: رانديڪا ۽ ڪتاب وغيره. اسان اهو به پڙهي آيا آهيون ته ٻين لاءِ ڪو ڪم ڪرڻ يا خدمت سرانجام ڏيڻ کي "خدمتون" يا سروسز (Services) چئبو آهي ۽ انهن جي عيوض اجورو ڏنو ويجي ٿو. مثال طور: تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ في، سفر ڪرڻ لاءِ ڀاڙو ۽ صحت لاءِ دوا يا مشورو وٺڻ لاءِ ڊاڪٽر وغيره کي في ڏني ويجي ٿي.

شيون ۽ خدمتون ڪيترن قسمن جون آهن. انهن مان ڪي خانگي يا ذاتي، ته ڪي سرڪاري آهن. شيون يا خدمتون جيڪي ذاتي محنت ۽ ڪوشش جو نتيجو آهن، "خانگي يا ذاتي" چئجن ٿيون ۽ اهي گراهڪن يا واپرائيندڙن کي پئسن تي ڏنيون وڃن ٿيون. ڪي شيون ۽ خدمتون زندگيءَ لاءِ ڏاڍيون ضروري ۽ ڪارائتيون آهن ۽ اهي هرهڪ کي ميسر آهن. ڇا توهان ڪڏهن ان ڳالهه تي سوچيو آهي ته شهرين کي حفاظت ڪير ٿو مهيا ڪري؟ جيڪڏهن حڪومت پوليس ذريعي ماڻهن جي حفاظت نه ڪندي، ته ڪير ڪندو؟ اهي شيون يا خدمتون جيڪي حڪومت شهرين کي مهيا ڪري ٿي، "پبلڪ يا سرڪاري" سڏجن ٿيون. پبلڪ شين ۽ خدمتن جا ٻيا مثال مفت نصابي ڪتاب، اسڪول، پارڪ، رستن جون بتيون ۽ روڊ رستا آهن.

A private good

پلا ڪهڙين ڳالهين جي ڪري شيون يا خدمتون، خانگي يا ذاتي ۽ سرڪاري سڏجن ٿيون؟ انهن شين ۽ خدمتن ۾ ڪهڙيون هڪجهڙيون خاصيتون آهن؟

شين (Goods) جون ٻه خاصيتون اهڙيون آهن، جن جي ڪري اسان چئي سگهون ٿا ته اهي ذاتي (Private) آهن يا سرڪاري (Public). اهي خاصيتون آهن: مخصوصيت (Excludability) ۽ رقابت (Rivalry). مخصوصيت (Excludability) معنيٰ ته توهان ڪنهن (ادائگي نه ڪندڙ) کي شين ۽ خدمتن جي استعمال ڪرڻ کان منع ڪري سگهو ٿا. رقابت (Rivalry) معنيٰ ته هڪ طرفان ڪنهن شيءِ يا خدمت جو استعمال، ٻين کي ان جي استعمال کان روڪي ٿو.

ذاتي يا سرڪاري شين ۾ ٻئي خاصيتون آهن. چاڪليٽ جو مثال وٺو. اها شيءِ مخصوصيت رکي ٿي ۽ توهان ٻين کي پنهنجو چاڪليٽ کائڻ کان منع ڪري سگهو ٿا. چاڪليٽ رقابت جي خاصيت پڻ رکي ٿو، يعني جڏهن اوهان ان کي کائو ٿا ته ٻيو اهو چاڪليٽ کائڻ کان رهجي وڃي ٿو. ذاتي شين ۾ اهي سڀ شيون اچي ٿيون وڃن، جيڪي توهان ڪنهن جنرل اسٽور يا شاپنگ مال تان خريد ڪري اچو ٿا.

سرڪاري (Public) شين ۾ اهي خاصيتون ڪين آهن، نڪو انهن ۾ مخصوصيت آهي ۽ نه ئي رقابت. اچو ته گهٽيءَ جي روشنيءَ جو مثال وٺون، جيڪا سرڪار طرفان مهيا ڪئي وڃي ٿي.

**استادن لاءِ هدايتون:** شاگردن کي ٻڌايو ته ذاتي شين ۽ خدمتن ۾ ريسٽورنٽ تي ماني، ڪار، سائيڪل، ڪتاب، ڪپڙا، رانديون، ٽيليويزن وغيره اچي وڃن ٿا. سرڪاري شين ۽ خدمتن جا مثال هي آهن: قومي دفاع، پليون، پوليس جي حفاظت، وڏا رستا، روڊن جي مرمت ۽ رستن تي "رهنمائي بورڊ" وغيره.

جڏهن گهٽيءَ ۾ روشنيءَ جو انتظام ٿي وڃي ٿو تہ توهان ڪنهن ماڻهوءَ کي ان مان فائدو وٺڻ کان روڪي نٿا سگهو. ساڳئي وقت جڏهن اوهان ان مان فائدو وٺي رهيا آهيو تہ ٻيا بہ انهيءَ سهولت کي حاصل ڪري رهيا آهن. سرڪاري يا پبلڪ شين جا ٻيا مثال پليون، ٽريفڪ جون بتيون ۽ روڊن رستن تي لڳل نشانين ۽ معلومات وارا بورڊ آهن.

پبلڪ لاءِ شيون يا سهولتون هميشہ حڪومت مهيا ڪري ٿي. انهن کي خانگي شعبي وارا بنا منافعي جي ڏئي نٿا سگهن ۽ نہ وري مارڪيٽ ۾ وڪرو ڪري سگهن ٿا، ڇاڪاڻ تہ اهي مفت ۾ ڏنل آهن ۽ انهن جي عيوض رقم وصول ڪرڻ ناهي. حڪومت اهي شيون ان ڪري ڏئي سگهي ٿي جو اها ٽيڪس وصول ڪري ٿي (جن جي ادائگي ڪرڻ لاءِ عوام ٻڌل آهي) يا وري ڪن خدمتن جي عيوض مقرر في ادا ڪرڻ عوام جو فرض آهي. مثال طور: اوهان جا مائٽ انڪم ٽيڪس يا پارڪنگ في ادا ڪن ٿا. ڪي اهم ۽ مهانگيون شيون يا خدمتون مهيا ڪرڻ لاءِ حڪومت قرض بہ کڻندي آهي.

**سرگرمي:** هيٺ ڏنل تصويرن هيٺان لکو تہ ان ۾ ڪهڙي شيءِ يا خدمت ڄاڻايل آهي؟

## واپار:

واپار جو ڌنڌو ڏاڍو آڳاٽو آهي. ڪن ماڻهن وٽ اهڙيون شيون وڏي مقدار ۾ موجود هونديون آهن، جن جي گهرج ٻين ماڻهن کي هوندي آهي. اڳ ۾ مقامي ۽ ملڪي سطح تي شين جو واپار هلندو هو، ليڪن هاڻي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان شيون اچن ۽ وڃن ٿيون. نہ رڳو معدني شيون جهڙوڪ: لوهہ، ڪوئلو، پيٽرول ۽ اليومنيم وغيره جو واپار ٿئي ٿو، پر ڪارخانن ۾ تيار ٿيل شيون ۽ مال جو وڪرو بہ عام آهي جهڙوڪ: موٽر گاڏيون، ٽيليويزن، ڪمپيوٽر وغيره.

جڏهن هڪ ملڪ ۾ نهنڊڙ شيون ۽ مهيا ٿينڊڙ خدمتون ٻئي ملڪ کي وڪرو ڪري موڪلجن ٿيون تہ ان کي روانگي مال يعني برآمدات (Export) چئبو آهي. روانگي واپار ذريعي ناڻو ڪمائجي ٿو، جيڪو وري ضرورت جون شيون ٻين ملڪن مان گهرائڻ تي خرچ ٿئي ٿو. پاڪستان چانور، ڪپهہ ۽ سوٽي ڪپڙي مان نهيل شيون، چمڙو ۽ چمڙي مان نهيل شيون ۽ راندين جو سامان ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلي مٽا سٽا جو ناڻو يا زر مبادلہ ڪمائي ٿو.

جڏهن هڪ ملڪ شيون ۽ خدمتون وڪرو ڪندڙ ملڪ کان خريد ڪري پنهنجي ملڪ ۾ آڻي ٿو ته ان کي آمدني مال يعني درآمدات (Import) چئجي ٿو. آمدني مال ذريعي ملڪ جون اهڙيون گهرجون پوريون ٿين ٿيون، جن جي کوٽ آهي. پاڪستان جي آمدني مال ۾ گهڻو ڪري مشينون ۽ سامان، اوزار ۽ ٽرڪون ۽ اليڪٽرانڪ جون شيون شامل آهن.

بين الاقوامي واپار جي ڪري اقتصادي واڌ ۽ ترقي ٿئي ٿي. ان ذريعي ماڻهن ۾ ثقافتن وچ ۾ بهتر سوچ ۽ سمجهه پيدا ٿئي ٿي. ملڪن اندر اهو احساس پيدا ٿئي ٿو ته اُهي دنيا ۾ هڪٻئي تي مدار رکن ٿا.

**سرگرمي:** هيٺ ڏنل گراف کي پڙهو ۽ ٻڌايو ته پاڪستان ڪهڙين ٽن شين جي گهٽي ۾ گهٽي درآمد (آمدني) ۽ برآمد (روانگي) ڪري ٿو.

## بئنڪن جو ڪم:

ڇا توهان ڪڏهن بئنڪ ۾ ويا آهيو؟ توهان اتي ڇا ڏٺو؟ ڇا توهان پئسا بچائيندا آهيو؟ توهان بچت جو ڇا ڪيو؟ ڇا توهان جو ڪنهن بئنڪ ۾ سيونگ اڪائونٽ کليل آهي؟ توهان اڪائونٽ ڇو کوليو؟

بئنڪون اهڙا اعتماد ۽ ڀروسي جهڙا ادارا آهن، جتي ماڻهو پنهنجا پئسا حفاظت سان رکي سگهن ٿا. اهي مختلف قسمن جا کاتا يا اڪائونٽ کولين ٿا. فردن يا واپارين کي جڏهن به پئسن جي ضرورت پوي ٿي، تڏهن اهي بئنڪن مان مالي خدمتون وٺن ٿا. مقرر مُدي تي انهن کي اهي پئسا بئنڪ کي موٽائي ڏيڻا آهن. واپاري پنهنجي واپار کي قائم ڪرڻ يا ان کي وڌائڻ لاءِ بئنڪن مان قرض ڪڍندا آهن. انهن کي اهي پئسا مشينري يا ڪچو مال خريد ڪرڻ لاءِ ڪپن ٿا. فرد توڙي واپاري ڪنيل قرض جي رقم کان وڌيڪ پئسا بئنڪ کي واپس ڪن ٿا. اڌارا پئسا وٺڻ جا عام ۽ سولا طريقا اهي آهن ته قرض منظور ڪرائجي يا ڪريڊٽ ڪارڊ وٺجن.

پئسا مختلف هٿ مٽائين ٿا. فرد، واپاري ۽ بئنڪون روزانو پئسن جي ڏي وٺ ڪن ٿا.

واپاري بئنڪون، فردن ۽ واپارين کي ڪيترين سهولتون ڏين ٿيون. مثال طور اهي:

- ماڻهن جا پئسا پاڻ وٽ جمع ڪن ٿيون.
- قرض طور پئسا ڏين ٿيون.
- رقمن جي ادائگي ڪن ٿيون.
- ڊرافٽ ۽ چيڪ جاري ڪن ٿيون.
- ڪاغذن ۽ قيمتي شين لاءِ محفوظ خانا يا لاڪر (Locker) ڏين ٿيون.

**سرگرمي:**

ڳالهه ٻولهه ڪريو:

(الف) پنهنجي پيءُ/ ماءُ سان (ب) پاڙي جي واپاريءَ سان

ڪائئن پڇو ته سندن زندگيءَ ۾ بئنڪون ڪهڙو ڪردار ادا ڪن ٿيون؟ توهان انهن کان هيٺيان سوال پڇي سگهو ٿا:

(i) ڇا توهان ڪڏهن بئنڪ ويا آهيو؟

(ii) ڇا توهان جو ڪنهن بئنڪ ۾ اڪائونٽ کليل آهي؟ توهان اڪائونٽ ڇو کولايو؟

(iii) توهان ڪڏهن ۽ ڇو بئنڪ ويندا آهيو؟

(iv) ڇا توهان پاڻ يا توهان جي ڪنهن سڄاڻوءَ يا واقفڪار بئنڪ مان ڪڏهن قرض ڪنيو آهي؟

(v) بئنڪ مان قرض ڪڻڻ جو سبب ڪهڙو هو؟

## پاڪستان ۾ اسٽيٽ بئنڪ جو ڪردار:

ملڪ جي اقتصادي سرشتي کي اسٽيٽ بئنڪ سنڀالي ۽ هلائي ٿي. ان جو مکيه مقصد اهو هوندو آهي ته اقتصادي عمل چڱيءَ طرح جاري ۽ ساري رهي. اسٽيٽ بئنڪ جي ان تي به نگاهه رهندي آهي ته ملڪي ناڻو پنهنجي قدر ۽ قيمت برقرار رکي. هيءَ بئنڪ، هڪ خاص ادارو آهي جنهن جا گراهڪ يا ڪسٽمر (Customer) واپاري بئنڪون ۽ خود رياست هوندي آهي.

اسان جي ملڪ جي مرڪزي بئنڪ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان آهي.

پاڪستان ۾ اسٽيٽ بئنڪ جو هڪ ڏيک

پاڪستان ۾ اسٽيٽ بئنڪ پهرين جولاءِ 1948ع تي قائم ٿي، جنهن جو افتتاح قائداعظم محمد علي جناح پنهنجي مبارڪ هٿن سان ڪيو.

قائدِاعظم اسٽيٽ بئنڪ جو افتتاح ڪري رهيو آهي

ملڪ جي اقتصادي ترقيءَ واري عمل ۾ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو نهايت اهم ۽ بنيادي ڪردار آهي. پاڪستان ۾ اسٽيٽ بئنڪ هيٺيان ڪم اُڪلائي ٿي:

1- ملڪ ۾ نوٽ ۽ سڪا جاري ڪرڻ.

2- پاڪستاني رپئي جي ملھ ۽ قدر کي برقرار رکڻ ۽ ملڪ ۾ مٽاسٽا جي اگھ تي ضابطو رکڻ.

3- اها وفاقي توڙي صوبائي حڪومتن جي بئنڪ آهي، تنهنڪري مالي ۽ اقتصادي معاملن ۾ انهن حڪومتن جي مدد ۽ رهنمائي ڪرڻ.

4- سرڪاري ملازمن کي پگھارون ۽ رٽائرڊ ملازمن کي پينشن ادا ڪرڻ اسٽيٽ بئنڪ جي ذميواري آهي.

5- پاڪستان ۾ جيڪي بہ واپاري بئنڪون آهن، اسٽيٽ بئنڪ انهن جي بہ بئنڪ آهي، تنهنڪري ان کي "بئنڪن جي بئنڪ" بہ سڏبو آهي. ضرورت پوڻ تي انهن بئنڪن کي قرض بہ ڏيندي آهي.

6- ملڪ جي اقتصادي صورتحال کان وقت بہ وقت حڪومت کي آگاھ ڪرڻ.

7- پاڪستان جي اسٽيٽ بئنڪ مختلف بين الاقوامي مالي ادارن جھڙوڪ: ورلڊ بئنڪ ۽ آءِ.ايم.ايف (انٽرنيشنل مانيٽري فنڊ) سان لڳاتار لاڳاپي ۾ رهندي آهي.

8- اسٽيٽ بئنڪ حڪومتن جي مدد ڪندي آهي تہ اهي ترقيءَ لاءِ رٿابندي ۽ غربت ۾ گھٽتائيءَ جي پروگرام تي سيڙپ ڪن تہ جيئن ترقي ۽ اقتصادي واڌ (Economic Growth) ۾ چڱو موچارو واڌارو ممڪن ٿي سگھي.

9- اسٽيٽ بئنڪ سڄو سال ملڪي توڙي عالمي سطح تي اقتصادي صورتحال بابت معلومات گڏ ڪري ٿي ۽ ان باري ۾ پنهنجي طرفان رپورٽ شايع ڪري ٿي. اقتصادي رٿابنديءَ ۾ اها معلومات ڏاڍي ڪارائتي ثابت ٿئي ٿي، جنهن سان اقتصادي ترقيءَ ۾ مدد ملي ٿي.

مٿين ڳالهين مان خبر پوي ٿي تہ پاڪستان جي اقتصادي ۽ مالي سرشتي ۾ اسٽيٽ بئنڪ کي اهم حيثيت حاصل آهي، جنهن جي اثرائتي ڪردار کان سواءِ اقتصادي ترقي حاصل ٿيڻ ممڪن ناهي.

**سرگرمي:**

"ملڪ جي اقتصادي ترقيءَ واري عمل ۾ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو اهم ڪردار آهي." ڇا توهان هن حقيقت سان متفق آهيو؟ جيڪڏهن "هائو" تہ ڇو؟ جيڪڏهن "نہ" تہ ڇو؟ (گھٽ ۾ گھٽ پنج نُڪتا بيان ڪريو).

## پاڪستان جي اقتصادي سرشتي ۾ عمل ۾ وفاقي حڪومت جو ڪردار:

وفاقي سرڪار جا مکيہ ڪم دفاع، پرڏيهي لاڳاپن کي بهتر رکڻ ۽ هلائڻ ۽ ملڪ ۾ سٺيون اقتصادي حالتون پيدا ڪرڻ آهي. حڪومت جي متحرڪ ۽ مضبوط ڪردار کان سواءِ ڪنهن بہ سماج ۾ اقتصادي ترقي ۽ واڌارو (طبعي ۽ انساني) اچي نٿو سگهي. قومي ۽ انساني ترقي، هر حڪومت جو مکيہ مقصد هوندو آهي. سيئي معاشي شعبا اقتصادي ترقيءَ جا هدف، سرڪاري ۽ غير سرڪاري سيڪٽر جي گڏيل ۽ مليل جليل ڪوشش سان حاصل ٿي سگهن ٿا.

ملڪ جي شهرين جي ڀلائي ۾ بهتريءَ لاءِ حڪومت پنهنجي طرفان شيون ۽ خدمتون فراهم ڪري ٿي. ريل ۽ روڊ جهڙيون بنيادي سهولتون، بجلي ۽ گئس جي فراهمي، واپار لاءِ سازگار ماحول مهيا ڪرڻ ۽ بنيادي ضرورتن جهڙوڪ: صحت ۽ تعليم جو انتظام حڪومت جي اهم ذميواري آهي تہ جيئن ملڪ جي عوام جي زندگيءَ جو معيار بلند ٿي سگهي.

## پاڪستان جو اقتصادي سرشتو:

پاڪستان جو اقتصادي نظام گڏيل معاشي نظريي تي ٻڌل آهي. ان جي معنيٰ اها ٿي تہ اقتصاديات تي ڪنهن هڪ ڌر يعني حڪومت توڙي خانگي يا ذاتي شعبي جو ضابطو ۽ ڪنٽرول ناهي. اهو هڪ اهڙو سرشتو آهي جنهن کي اهڙيءَ ريت جوڙيو ۽ هلايو وڃي ٿو جو اهو هڪ ڀاڱي سرڪاري ۽ هڪ ڀاڱي خانگي محسوس ٿئي.

پاڪستان جي اقتصاديات جا اهم شعبا زرعي، صنعتي، خدمت ۽ ملازمتن (Service) وارا آهن. جڏهن پاڪستان قائم ٿيو هو، تڏهن ان جي اقتصاديات زرعي هئي. يعني ان جو مدار زرعي پيداوار جي خريد ۽ وڪري تي هو جهڙوڪ: ڪپهہ، ڪمند وغيره. ڪپهہ مان ڪارخانا ڪپڙو ناهيندا هئا ۽ ڪمند مان کنڊ. ان کان سواءِ ڪڻڪ جي ميدي مان بسڪوٽ وغيره ٺهن ٿا. پاڪستان ۾ صنعتي ترقي روز بروز وڌندي رهي ٿي.

اڄڪلهہ ”خدمتن وارن“ ادارن جهڙوڪ: صحت، تعليم ۽ کاڌي خوراڪ ۾ ماڻهن لاءِ روزگار جا موقعا وڌي ويا آهن. قاعدي قانون مطابق ماڻهو ڪهڙو بہ ڌنڌو ڪري سگهن ٿا. حڪومت ملڪي اقتصادي سرشتي جي نگراني بہ ڪري ٿي تہ ان ڏس ۾ رهنمائي بہ ڪري ٿي تہ جيئن ملڪي مفاد جو تحفظ ٿي سگهي. ان طريقي مطابق حڪومت شين جي قيمتن تي ضابطو بہ رکي ٿي تہ جيئن اهي ماڻهن جي خريد جي سگهہ کان مهانگيون نہ ٿين. خاص طور سان کاڌي پيتي جي شين جي قيمتن تي نظر رکي وڃي ٿي، پر تنهن هوندي بہ طلب ۽ رسد جو اقتصادي قانون قيمتن جي واڌي گهاٽيءَ تي اثر انداز ٿئي ٿو.

سرگرمي:

ڪي بہ ٻہ شيون ٻڌايو جن جي قيمتن تي حڪومتن جو ضابطو آهي. ڪي ٻيون بہ اهڙيون شيون ٻڌايو،جن تي طلب ۽ رسد (Demand and Supply) جو قانون لاڳو ٿئي ٿو.

## اختصار

هن باب ۾ اسان خانگي توڙي سرڪاري شعبن جي شين ۽ خدمتن وچ ۾ فرق کي سمجهيو. حڪومتي شين جي اهميت معلوم ڪئي. حڪومت، شهرين کي شيون ۽ خدمتون فراهم ڪرڻ لاءِ پئسا ڪٿان تي آڻي؟ آمدني ۽ روانگي چا کي تو چئجي؟ پاڪستان جي ترقيءَ لاءِ بين الاقوامي واپار جي ڪهڙي اهميت آهي؟ ملڪي اقتصادي سرشتي ۾ بئنڪن جو ڪهڙو ڪردار آهي؟ خاص طرح سان پاڪستان جي اسٽيٽ بئنڪ جا فرض ۽ ڪم ڪهڙا آهن؟ ملڪي اقتصاديات جي مضبوطيءَ ۾ ان جو ڪهڙو ڪردار آهي؟ پاڪستان جي معيشت جو لاڳاپو ڪهڙي اقتصادي سرشتي سان آهي؟ انهن سڀني سوالن جا جواب اسان کي هن باب مان ملن ٿا.

## مشق

**(الف) گهڻ – جوابي سوال: هر سوال هيٺان ٽي جواب ڏنل آهن. توهان صحيح جواب تي(✓)جو نشان لڳايو.**

(i) حڪومت سڀني کي جيڪي شيون مهيا ڪري ڏئي، تن کي ____________ چئبو آهي.

(الف) خانگي شيون (ب) پبلڪ يا سرڪاري شيون (ج) سستيون شيون

(ii) پاڪستان جي اقتصادي ترقيءَ لاءِ ڪهڙي بئنڪ سڀني کان اهم آهي؟

(الف) اسٽيٽ بئنڪ (ب) ڪمرشل بئنڪ (ج) صنعتي بئنڪ

(iii) بين ملڪن کي وڪرو ٿيندڙ شين يا مال کي چا چئبو آهي؟

(الف) روانگي مال (ب) آمدني مال (ج) وڪرو

(iv) انفرادي طرح عام ماڻهو ۽ واپاري ڪهڙين بئنڪن مان قرض ڪٽي سگهن ٿا؟

(الف) سرڪاري بئنڪون (ب) واپاري بئنڪون (ج) صنعتي بئنڪون

(v) پاڪستان ڪهڙي اقتصادي پاليسي تي عمل ڪري رهيو آهي؟

(الف) حاڪماڻي (Command) اقتصاديات (ب) موڙيءَ واري (Capitalist) اقتصاديات

(ج) گڏيل (Mixed) اقتصاديات.

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب لکو:**

1- خانگي شيون يا مال ۽ خدمتون چا کي چئجي تو؟ ڪي ٻه ٽي مثال ڏيو.

2- حڪومتي يا سرڪاري شيون يا مال ۽ خدمتون ڪهڙيون آهن؟ ڪي ٻه ٽي مثال ڏيو.

3- هيٺ ڄاڻايل خانگي توڙي سرڪاري شين ۽ خدمتن کي پڙهو ۽ ٻڌايو ته انهن مان ڪهڙيون خانگي ۽ ڪهڙيون سرڪاري آهن؟ پنهنجي جواب کي رقابت (Rivalry) ۽ مخصوصيت (Excludability) جي نظرين/ تصورن هيٺ پرکيو.

(i) چپس (Chips) جو پئڪيٽ ____________

(ii) حجام جي دڪان تان وار ڪٽرائڻ ____________

(iii) رستي تي ٽرئفڪ جون بتيون ____________

(iv) روڊ ناهڻ ________________

(v) سائيڪل ________________

(vi) پوسٽ جون ٽڪليون وٺڻ ________________

(vii) بچاءَ لاءِ پوليس ________________

(viii) پين ________________

(ix) جانورن جو باغ (Zoo) ________________

(x) ڪپڙا ________________

4- عام ماڻهو بئنڪن مان قرض ڇو ڪٽندا آهن؟
5- واپاري بئنڪن مان قرض ڇو وٺندا آهن؟
6- روانگي مال يا ايڪسپورٽ ڇا کي چئجي ٿو؟
7- آمدني مال يا امپورٽ ڇا کي چئجي ٿو؟
8- پاڪستان جي ترقيءَ لاءِ بين الاقوامي واپار ڇو ضروري آهي؟

## (ج) خاڪو ناهيو.

پاڪستان جي آمدني مال يا امپورٽ مان ڪن پنجن شين جي چونڊ ڪريو. انهن کي ”الف“ خاني ۾ لکو. ”ب“ خاني ۾ ٻڌايو ته اها شيءِ ٻاهران ڇو خريد ڪجي ٿي؟ خاني ”ج“ ۾ انهيءَ ملڪ يا ملڪن جا نالا لکو، جن مان اها شيءِ اسان گهرايون ٿا. ”د“ خاني ۾انهيءَ ملڪ جو سڪو ڄاڻايو.

| الف | ب | ج | د |
|---|---|---|---|
| 1- | | | |
| 2- | | | |
| 3- | | | |
| 4- | | | |
| 5- | | | |

## (د) عملي ڪم:

توهان اهڙا ڪوجنائي يا ڪوجي آهيو، جيڪي شين ۽ خدمتن جي ګولا ڦولها ۾ مصروف آهن. پنهنجي پاڙي ۾ ڄاڇيو. هڪ خاڪو ناهيو. ”الف“ خاني ۾ اهڙيون پنج شيون يا خدمتون ڄاڻايو، جيڪي واپاري يا ڌنڌي وارا ماڻهو مهيا ڪن ٿا. ”ب“ خاني ۾ اها رقم لکو، جيڪا اوهان ان شيءِ يا خدمت حاصل ڪرڻ لاءِ ادا ڪيو ٿا. ”ج“ خاني ۾ اهي پنج شيون يا خدمتون لکو، جيڪي حڪومت طرفان پاڙي ۾ مهيا ڪيون ويون آهن.”د“خاني ۾ لکو ته انهن جي ادائگي ڪهڙيءَ ريت ٿئي ٿي؟ (ٽئڪس، في يا قرض ذريعي).

باب نائون

# ناڻو ۽ اسان جي زندگيءَ جو ڪار وهنوار

## سِکيا جا نتيجا

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- ناڻي جي ارتقا کي مثالن سان ٻڌائڻ.

2- اهو سمجهڻ تہ مختلف ملڪن ۾ چالو سِڪن جو پنهنجو سرشتو آهي.

3- انسان جي زندگيءَ ۾ ناڻي جي عمل دخل بابت ٻڌائڻ.

4- ڏنڌن ۽ مزدوري يا محنتاڻي جي گراف کي واضح ڪرڻ تہ جيئن ٻنهي وچ ۾ تعلق کي سمجهي سگهجي.

5- اهڙن مختلف طريقن کي ٻڌائڻ جن وسيلي آمدني حاصل ٿئي ٿي. اهو پڻ ٻڌائڻ تہ واپار يا ڌنڌو ڪيئن ٿو هلي؟

# ناڻو ۽ اسان جي زندگيءَ جو ڪار وهنوار

## ناڻي جي ارتقا ۽ اوسر:

جڏهن ماڻهو ڪن شين يا خدمتن جو عيوض يا اجورو ادا ڪن ٿا ته انهن ڪي ناڻي جي هڪ نه ٻي شڪل ڏيڻي پئي ٿي. ناڻو هر اها شيءِ ٿي سگهي ٿي، جنهن جي قدر يا مُلھ تي هرڪ ڌر (ڏيندڙ توڙي وٺندڙ) راضي هجن.

گهڻو آڳاٽو (9000-6000 قبل مسيح) پاليل جانور مثا ستا جي ايڪي يا يونٽ طور استعمال ٿيندا هئا.

پاليل جانور مٽا سٽا جي يونٽ طور استعمال ٿيندا هئا

بعد ۾ جڏهن زراعت ترقي ڪئي ته پوءِ ماڻهن فصلن جهڙوڪ چانهه، تماڪ ۽ چوپائي مال ۽ ٻجن جهڙين ٻين شين کي مٽا سٽا جو ذريعو بڻايو. فارمن تي پاليل جانور بدستور مٽا سٽا لاءِ ناڻي طور استعمال ٿيندا رهيا. مٽا سٽا جي انهيءَ سرشتي کي ”بارٽر سسٽم“ (Barter System) يعني”شين جي بدلي ۾ شيون“چوندا هئا.

بارٽر طور استعمال ٿيندڙ ڪجھ شيون يا جنسون

ڪوڏيون

1200 قبل مسيح ۾ ساموندي ڪوپا، جن کي آفريڪا ۾ ”ڪوڏيون“ (Cowries) ۽ آمريڪا ۾ ويمپم (Wampum) سڏيندا هئا، ناڻي طور استعمال ٿيندا هئا.

پٿر جي دور جي پڇاڙيءَ تي 1000 ق.م ۾ چين جي ماڻهن چاقن ۽ ڪوڏن جي مدد سان ڌاتوئي گول ٽڪريون ٺاهيون. انهن گول ٽڪرين يا سڪن کي ناڻي طور استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. انهن سڪن جي وچ ۾ ٽُنگ هئا جنهن ڪري سولائيءَ سان ڌوري ۾ پوئي پئي سگهيا ۽ ڳچيءَ جي چوڌاري ويڙهي ڪٽي سگهندا هئا.

ٽُنگر سڪا ناڻي طور استعمال ٿيندا هئا

500 ق.م ۾ ترڪيءَ ۾ چاندي، ناڻي طور استعمال ٿيڻ لڳي. چانديءَ جي اهڙن سڪن تي شهنشاهن ۽ ديوتائن جي مُنهن جي تصوير ڏنل هوندي هئي، جن وسيلي ناڻي جي قدر ۽ ملهه جو ڪاٿو ڪيو ويندو هو. بعد ۾ سون ۽ ڪانسيءَ (ٽامي ۽ قلعي ڪي گڏي) جا سڪا ناڻي طور استعمال ٿيڻ لڳا.

چاندي، سون توڙي ڪانسيءَ کي ناڻي طور استعمال ڪيو ويندو هو

118 قبل مسيح ۾ چين ۾ چمڙي جا بئنڪ نوٽ جاري ٿيا، جن کي هرڻ جي کل مان ٺاهيندا هئا.

چمڙي ۽ هرڻ جي کل مان بئنڪ نوٽ ٺاهيندا هئا

چين پهريون ملڪ هو جتي ڪاغذي نوٽ شروع ٿيا. اهي بلڪل اهڙا هئا جيڪي اسين اڄڪلهه استعمال ڪيون ٿا. 9 عيسوي صدي کان چوڏهين عيسوي صدي جي وچ ۾ ڪاغذي نوٽ جاري ٿيا. ان وقت کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسين ڪاغذي نوٽ ۽ سڪا ناڻي طور استعمال ڪندا پيا اچون.

ڪاغذي ناڻو (نوٽ)

ڪمپيوٽر ايجاد ٿيڻ سان برقي ذريعي (اليڪٽرانيڪلي) واپار ڪرڻ ممڪن ٿي ويو آهي. ان صورتحال ۾ ناڻي جي مٽا سٽا حقيقي يا واقعي نہ ٿي ٿئي، پر خريدار توڙي وڪرو ڪندڙن جي بئنڪ اڪائونٽن ۾ قدر ۽ ملھ جي حساب سان قبول ڪيل اڳھ مطابق تبديلي (واڌي گھاٽي) اچي ٿي. ان ڪري ماڻھو ناڻي ڪڻڻ جي تڪليف ۽ خطري کان بچي وڃن ٿا.

**سرگرمي:**
وقت – پٽيءَ ذريعي ٻڌايو تہ ناڻي، ڪھڙيون ارتقائي منزلون طئي ڪري اجوڪي شڪل اختيار ڪئي آهي؟

## مختلف ملڪن جا نوٽ ۽ سِڪا مختلف آهن:

مختلف ملڪن ۾ مختلف قسمن جا نوٽ ۽ سڪا رائج آهن. پاڪستان ۾ ناڻو روپين ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. گڏيل (متحده) عرب رياستن ۾ درهم هلي ٿو. آمريڪا ۾ ناڻي جو شمار ڊالرن ۾ ٿئي ٿو. برطانيہ ۾ اھو پائونڊ سڏجي ٿو.

دنيا جي ڪجھ ملڪن ۾ هلندڙ ناڻي جا نوٽ

## ناڻي جو ماڻھن جي زندگين ۾ ڪردار:

ماڻھن جي زندگيءَ تي ناڻي جو وڏو اثر پوي ٿو. جنھن وٽ جيترو جھجھو ناڻو هوندو، اھو ان سان ڪيترين ئي شين ۽ خدمتون خريد ڪري سگھندو. گھٽي دولت وارن جي زندگيءَ جو معيار گھٽ دولت وارن کان متاثھون هوندو آهي. ڪنھن معاشي يا اقتصادي نظام ۾ ناڻي يا دولت جا ٽي مکيہ ڪم آهن:

1- ان ذريعي ادائگي ۽ مٽا سٽا سولائي سان ڪري سگھجي ٿي. نوڪري يا ڪو بيو ڪم ڪندڙن ماڻھن کي اجوري طور ناڻو ملي ٿو ، جنھن مان اھي ضرورت جون شيون، کاڌي، ڪپڙي، تعليم ۽ صحت تي خرچ ڪن ٿا. وڪري ۽ خريد ۾ آساني ٿئي ٿي.

2- ڪنھن شيءِ يا خدمت جي قدر جو ماپو ناڻي ۾ ڪري سگھجي ٿو. ماڻھو مختلف شين ۽ خدمتن جي ناڻي جي لحاظ سان ڀيٽ ڪري سگھن ٿا.

-3 ناڻي جو ٽيون ڪم آهي ته اهو وقت گذرڻ سان قدر جي استور طور ڪردار ادا ڪري.

ڪمايل ناڻي کي آمدني چئجي ٿو. ناڻي ڪمائڻ جا ڪيترا ئي طريقا آهن. هيٺ ٻه مکيه طريقا ٻڌائجن ٿا:

-1 هڪ طريقي موجب ماڻهو اهڙيون شيون ناهي، جن کي خريد ڪرڻ وارا موجود هجن. اوهان جيڪي شيون ناهيندا، انهن کي مال (Goods) چئبو. مثال طور: بسڪوٽ، چاڪليٽ يا زيور ناهڻ کان پوءِ ماڻهو انهن کي وڪرو ڪري ناڻو ڪمائين ٿا.

-2 ٻئي طريقي سان توهان ڪو اهڙو ڪم ڪيو، جنهن جي بدلي ۾ اوهان کي ناڻو ملي. اهڙي ڪم کي خدمتون (Services) چئبو آهي. وار ناهڻ، ڪپڙا سبڻ ۽ جوتا ڳنڍڻ کي اهڙا ڪم يا خدمتون آهن، جن جي عيوض ماڻهن کي پئسا يا ناڻو ملي ٿو.

**سرگرمي:**

اهڙا ٻيا ڪم لکو، جن وسيلي آمدني ڪمائجي ٿي.

ڇا توهان ڪڏهن پنهنجي ڪٽنب کان ٻاهر شين يا خدمتن جي وڪري سان ڪنهن دوست يا پاڙيسري کان پئسا ڪمايا آهن؟ جيڪڏهن توهان ڪڏهن ائين ڪيو آهي ته پوءِ توهان ڪاروباري ماڻهو آهيو.

هڪ ڪاروباري ماڻهو اهڙو شخص آهي، جيڪو نفعي ڪمائڻ لاءِ ڪاروبار ڪري ٿو. اهڙو ماڻهو هيٺيان ڪم ڪري ٿو:

1. ناڻي ڪمائڻ لاءِ موقعن جي ڳولا ۾ رهي ٿو.
2. رٿابندي ڪري ٿو.
3. ڪاروبار شروع ڪري ٿو.
4. ڪاروبار کي چڱيءَ طرح هلائي ٿو.
5. نفعو ڪمائي ٿو.

ٽيليويزن ۽ ڪمپيوٽر ناهيندڙ ڪمپنيون وڏو ڪاروبار ڪن ٿيون، جڏهن ته پاڙي ۾ ننڍڙو دڪاندار يا مقامي بازار ۾ جوس ناهي وڪڻندڙ به ڌنڌو ڪن ٿا.

## اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو ته وقت گذرڻ سان ناڻي ۾ ڪهڙي ارتقا يا اوسر آئي آهي. مختلف ملڪن ۾ پنهنجو پنهنجو سڪو هلي ٿو. اسان کي اها به خبر پئي ته ناڻي جو اسان جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟ آمدني ڪمائڻ جا ڪهڙا طريقا آهن؟

هن باب ذريعي توهان کي همٿايو ويو ته ڪاروبار ۾ شريڪ ٿي ناڻو ڪمايو ۽ بهتر زندگي گذاريو.

# مشق

**(الف) گهڻ – جوابي سوال- هر سوال هيٺان ڏنل جواب آهن. توهان صحيح جواب تي(✓) جو نشان لڳايو.**

(i) جڏهن شين جي شين سان مٽا سٽا ڪجي ٿي ته اهڙي سرشتي کي __________ چئجي ٿو.

(الف) بارٽر (ب) قرض يا لون (Loan) (ج) واپار

(ii) برطانيه ۾ رائج سڪي کي __________ سڏبو آهي.

(الف) ڊالر (ب) يورو (ج) پائونڊ

(iii) ڪمايل ناڻي کي __________ چئبو آهي.

(الف) خرچ (ب) آمدني (ج) قرض

(iv) ڪاغذي نوٽ جاري ڪرڻ وارو پهريون ملڪ ڪهڙو هو؟

(الف) آسٽريليا (ب) چين (ج) آمريڪا جون گڏيل رياستون

(v) ڪپايل ناڻي کي __________ چئبو آهي.

(الف) خرچ (ب) آمدني (ج) قرض

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب لکو:**

-1 وقت جي ترتيب سان ناڻي جي ارتقا يا اوسر جا طريقا لکو.

-2 ماڻهو ڪهڙن طريقن سان آمدني ڪمائين ٿا؟

-3 ٿي سبب ڏئي سمجهايو ته مختلف ڌنڌو ڪندڙ ماڻهن کي محنت جو اجورو ڌار ڌار ملي ٿو. ڇا توهان جي خيال ۾ اهو انصاف موجب صحيح آهي؟ ان لاءِ به سبب ڄاڻايو.

-4 توهان جي پاڙي ۾ ورڪرو ڏيندڙ ٿي شيون ۽ خدمتون سرانجام ڏيندڙ ٽن ڌنڌن جا نالا لکو. ان سان گڏ اهو پڻ ٻڌايو ته هرهڪ شيءِ ۽ خدمت لاءِ اوهان کي ڪيترا پئسا ڏيڻا پون ٿا؟ پنهنجي مائٽن کان پڇو ته جڏهن اهي ننڍا هئا ته هنن انهن شين ۽ خدمتن عيوض ڪيترا پئسا ڏنا؟

-5 هيٺ ڄاڻايل اجرت (محنتاڻي) ۽ ڌنڌن جي گراف کي اهڙي ريت سمجهايو جيئن ٻنهي وچ ۾ لاڳاپو نمايان طور ظاهر ٿئي. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(i) ڪنهن جي ماهوار آمدني گهٽ ۾ گهٽ آهي؟
(ii) ڪنهن جي ماهوار آمدني وڌ ۾ وڌ آهي؟
(iii) ڪنهن جي ماهوار آمدني انجنيئر کان وڌيڪ پر بئنڪ مئنيجر کان گهٽ آهي؟
(iv) ڪنهن جي آمدني بئنڪ ڪئشير کان گهٽي پر انجنيئر کان گهٽ آهي؟
(v) مختلف ڌنڌن جي ماڻهن جي آمدنيءَ ۾ تفاوت ڇو آهي؟

## (ج) خاڪو ناهيو.

هڪ خاڪو ناهيو جنهن ۾ ٻہ خانا الف ۽ ب هجن. ”الف“ خاني ۾ ملڪ جو نالو ۽ ”ب“ خاني ۾ ان ملڪ ۾ رائج سڪي جو نالو ڄاڻايو. اهڙا ڏهہ ملڪ ۽ انهن ۾ رائج سڪن جا نالا لکو.

## (د) عملي ڪم:

پنهنجي پاڙي ۾ ڪنهن واپاريءَ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪريو. ان کان پڇو تہ هو/ هوءَ پنهنجو ڪاروبار ڪيئن ٿو/ ٿي هلائي؟ توهان انهن کان هيٺيان سوال پڇي سگهو ٿا:

(i) هيءُ ڪاروبار ڪرڻ جو خيال توهان کي ڪيئن ٿيو؟
(ii) توهان واپار ڪيئن شروع ڪيو ۽ ان جي رٿابنديءَ لاءِ ڇا ڪيو؟
(iii) توهان دڪان يا ڌنڌي لاءِ شين جي خريداري ڪٿان ڪندا آهيو؟
(iv) ڪاروبار هلائڻ ۾ توهان سان گڏ ٻيا ڪيترا ماڻهو آهن؟
(v) هن ڌنڌي هلائڻ ۾ ٻيا ڪهڙا خرچ ڪرڻا پون ٿا؟
(vi) ڇا توهان سان گڏ ڌنڌي ۾ ٻيا ڀائيوار آهن؟
(vii) نفعي يا فائدي ۾ انهن جو ڪيترو حصو آهي؟
(viii) توهان جيڪي شيون وڪڻو ٿا، انهن کي خريد ڪير ٿو ڪري؟
(ix) توهان پنهنجي نفعي يا نقصان جو ڪاٿو ڪهڙيءَ طرح ڪندا آهيو؟

## (هہ) اضافي سرگرمي:

ناڻو اسان جي زندگيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ڇا توهان سمجهو ٿا تہ اهو صحيح آهي تہ ناجائز طريقن سان ناڻو ڪمائجي. (مثال طور: چوري ڪري، مناسب نفعي کان وڌيڪ وصول ڪري، ان ڪم لاءِ رشوت وٺڻ جنهن ڪم ڪرڻ جي توهان کي پگهار ملي ٿي) پنهنجي جواب لاءِ ٿي سبب ڄاڻايو.

باب ڏهون

# چاڻ ۽ معلومات جا ذريعا

## سِکيا جا نتيجا

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- چاڻ ۽ معلومات جي مختلف ذريعن کي سڃاڻڻ.

2- عوامي سُڌ سماءُ جي ذريعن ۽ غير عوامي سُڌ سماءُ جي ذريعن ۾ فرق ڪرڻ.

3- معلومات جي مختلف ذريعن جي فائدن ۽ نقصانن کي جانچڻ.

4- سياسي عمل ۾ ميڊيا جي ڪردار جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ.

5- لاڳاپيل ۽ اڻ لاڳاپيل معلومات وچ ۾ فرق ڪرڻ.

6- اخباري مضمونن ۽ خبري رپورٽن ۾ پيش ڪيل مختلف خيالن ۽ نُڪتن ۾ فرق کي سمجهڻ.

7- خبري رپورٽن ۽ اشتهارن ۾ تعصب کي سڃاڻڻ.

8- اخبار، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ جي معلومات جي تشريح ڪرڻ.

9- ڪلاس جي اخبار تيار ڪرڻ (معلوماتي ليک، اشتهار، ايڊيٽوريل، خبرون، موسم بابت رپورٽ، ڪارٽون وغيره).

10- ڪنهن تازي سماجي يا ماحولياتي معاملي تي ريڊيو، ٽيليويزن، اخبار يا انٽرنيٽ لاءِ عوامي خدمت جي جذبي تحت پيغام تخليق ڪرڻ.

11- ٽي ويءَ تي بيحد پسند آيل ۽ بنهه گهٽ پسند پيل پروگرام جي باري ۾ پنهنجي اسڪول جي شاگردن ۾ سروي ڪيو ۽ ان معلومات ۾ بين کي شامل ڪيو. (معلومات کي خاڪن، گراف ۽ چارٽن جي شڪل ۾ پيش ڪيو).

12- جيڪو به سڀ کان اهم ۽ ضروري معلومات جو ذريعو سمجهو، ان جي حمايت جو بچاءُ ڪرڻ.

# چاڻ ۽ معلومات

اهڙو عمل يا سرشتو جنهن جي ڪري اوهان پيغام موڪلي ۽ وصول ڪري سگهو، ان کي چاڻ ۽ معلومات چون ٿا. بين ڪي پيغام اسان ڳالهائڻ، لکڻ يا نشانين ذريعي موڪليون ٿا. ماضيءَ ۾ مواصلاتي رابطي لاءِ ٽيليفون يا خطن کي استعمال ڪبو هو. اڄڪلهه اڪثر موبائيل فون ۽ انٽرنيٽ استعمال ٿئي ٿي. اسان انٽرنيٽ ذريعي، موبائيل يا اسڪاءِ پي تي ملڪ اندر توڙي دنيا ۾ ڪٿي به ڳالهائي سگهون ٿا. اسان موبائيل وسيلي ايس.ايم.ايس پيغام پڻ موڪلي سگهون ٿا. اي ميل يا اليڪٽرانڪ ميل وسيلي اسان موبائيل فون توڙي انٽرنيٽ تي خط موڪلي سگهون ٿا، جيڪي هڪدم دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي وڃن ٿا. هي مواصلاتي رابطا محدود پئماني تي فقط خاندان جي فردن، دوستن يا ڪم ڪار جي ساٿين سان ٿين ٿا.

## چاڻ ۽ معلومات جا ذريعا يا وسيلا:

وڏي پئماني تي ماڻهن جي ڪثير تعداد سان مواصلاتي رابطي کي ”ماس ڪميونيڪيشن“ يا عوامي سطح تي”مواصلاتي رابطو“ چئجي ٿو. اخبارون، ريڊيو، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ مواصلاتي رابطي جا مکيه ذريعا آهن، جن وسيلي لکين ماڻهن تائين پيغام يا اطلاع، اک ڇنڀ ۾ پهچائي سگهجي ٿو. ملڪ يا دنيا ۾ ڪٿي به جيڪي ڪجهه وهي واپري ٿو، ان بابت عوام کي باخبر رکڻ جي ذميواري انهن اهم مواصلاتي ذريعن تي عائد ٿئي ٿي.

## اخبارون:

اخبارون اطلاعات جو پراڻو ذريعو آهن ، جيڪي مقامي، قومي ۽ عالمي خبرون پهچائين ٿيون. انهن ۾ معلوماتي ليک، دلچسپ ڪهاڻيون ۽ اشتهار پڙهڻ لاءِ ملندا آهن. پاڪستان ۾ اڪثر انگريزي يا اردو ٻولين ۾ اخبارون ڇپجن ٿيون. ان کان سواءِ سنڌي، پنجابي، گجراتي، پشتو ۽ سرائڪي ٻولين ۾ به ڪيتريون اخبارون ڇپجن ٿيون. ڪيتريون اخبارون آچر تي خاص ايڊيشن شايع ڪن ۽ هر هفتي ٻارن جا صفحا ڇاپين ٿيون. خاص قومي، ثقافتي ۽ مذهبي ڏينهن تي خصوصي اشاعتون شايع ٿين ٿيون. اخبارن جي آمدنيءَ جو مکيه ذريعو اشتهار آهن. ڪاغذ تي ڇپجڻ کان علاوه ڪيتريون اخبارون انٽرنيٽ تي به پڙهي سگهجن ٿيون. اخبارن جي آن لائين طريقي يا صورت کي آن لائين اخبار يا نيوز سائيٽس چئجي ٿو.

**استادن لاءِ هدايتون:** ٻه ٽي مختلف اخبارون ڪلاس ۾ آڻي شاگردن کي ڏيکاريو ته انهن ۾ خبرون، مضمون، ڪارٽون ۽ اشتهار ڪهڙيءَ ريت ڇپجن ٿا.

## سرگرمي:

ڪلاس جي اخبار تيار ڪيو. چئن چئن شاگردن جون ٽوليون ٺاهيو. هڪ ٽوليءَ کي اخبار جو هڪ سيڪشن يا حصو تيار ڪرڻ لاءِ چئو. مثال طور: هڪ ٽولي اسڪول ۾ ٿيندڙ سرگرمين بابت مضمون لکندي ته ٻي ٽولي دلچسپ ڪهاڻيون لکي پڙهندڙن جي لاءِ ونڊر مهيا ڪندي. جڏهن سڀئي ٽوليون پنهنجو پنهنجو ڪم مڪمل ڪن، تڏهن ڪين چئو ته سمورو مواد هڪ جاءِ تي گڏ ڪري اخبار تيار ڪن. هاڻي ان اخبار کي اهڙي جاءِ تي رکو، جتي هرڪو سولائيءَ سان پڙهي سگهي. جيڪڏهن ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ جي سهولت آهي ته پنهنجي اخبار کي آن لائين رکو.

## ريڊيو:

اطلاعات، تعليم ۽ ونڊر جو مکيہ ذريعو ريڊيو آهي. خبرون، مختلف قسم جا تعليمي ۽ تفريحي پروگرام ريڊيو اسٽيشن تان نشر ٿين ٿا.

1895ع ۾ گگليمو مارڪوني ريڊيو ايجاد ڪيو. جيئن تہ اهو بيٽريءَ تي هلي ٿو، تنهنڪري ان کي سولائيءَ سان هڪ هنڌان ٻئي هنڌ کڻي وڃي سگهجي ٿو. سفر دوران ڪار، بس وغيره ۾ بہ ريڊيو تي پروگرام ٻڌي سگهجن ٿا. آزاديءَ ملڻ وارن ڏينهن ۾ پاڪستان ۾ ٽي ريڊيو اسٽيشنون لاهور، پشاور ۽ ڍاڪا ۾ قائم هيون. هاڻي تہ هر وڏي شهر ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم آهي جتان مختلف ٻولين ۾ خبرون ۽ تفريحي پروگرام نشر ٿين ٿا. اشتهارن جي آمدنيءَ مان ريڊيو تان بهتر پروگرام پيش ٿين ٿا.

**سرگرمي:** ريڊيو جا ٽي فائدا ۽ ٽي نقصان ٻڌايو.

## ٽيليويزن:

ٽيليويزن، اطلاع ۽ ڄاڻ جو مکيہ ذريعو آهي. ٽيليويزن تي پيش ٿيندڙ پروگرام، خبرون، ڊراما ۽ دستاويزي فلمون ماڻهن کي باخبر رکڻ کان علاوه تعليم ۽ تفريح مهيا ڪن ٿيون. ٻارن کي سيکارڻ ۽ وندرائڻ لاءِ خاص پروگرام تيار ڪيا وڃن ٿا. اڄڪلهہ مصنوعي سيارن جي ٽيڪنالاجيءَ وسيلي ملڪ ۽ دنيا ۾ ٿيندڙ واقعا، جيئن ٿين پيا تيئن هڪدم ڏيکاريا وڃن ٿا. پاڪستان جي پهرين ٽي.وي اسٽيشن 1964ع ۾ لاهور ۾ شروع ٿي ۽ ڪيتري وقت تائين هتي رڳو هڪڙو ٽي.وي چينل يعني پي.ٽي.وي (PTV) پئي هليو. هاڻي ڊش اينٽينا ۽ ڪيبل نيٽ ورڪ جي ڪري ڪيترن ٽيليويزن چينلن کي ڏسي سگهجي ٿو. ڪيترا چينل فقط هڪ علائقي ۾ خبرون، رانديون ۽ ڊراما هلائن ٿا. اڄوڪي زماني ۾ توهان انٽرنيٽ تي پڻ ٽي.وي پروگرام ڏسي سگهو ٿا. اخبارن ۽ ريڊيو وانگر ٽي.وي بہ پئسو ڪمائڻ جو ذريعو آهي. ٽيليويزن چينل جا مالڪ يا ڪيبل آپريٽر في ذريعي آمدني ڪمائين ٿا. آمدنيءَ جو ڪجهہ حصو پروگرام خريد ڪرڻ تي خرچ ٿئي ٿو.

**سرگرمي:** ٽيليويزن جي ٽن فائدن ۽ ٽن نقصانن بابت ٻڌايو.

## انٽرنيٽ:

معلومات جي ڏي وٺ جي سرشتي کي جنهن ۾ هڪٻئي سان ڳنڍيل لکين ڪمپيوٽر سڄي دنيا ۾ رابطي ۾ رهن ٿا، کي انٽرنيٽ چئجي ٿو. انٽرنيٽ سيني مضمونن تي معلومات جو وڏو اسٽور هائوس آهي. ڳولا انجڻ ۾ ڪي لفظ/ اکر ٽائيپ ڪرڻ سان توهان هر موضوع تي ڄاڻ حاصل ڪري سگهو ٿا.

ڪي ماڻهو انٽرنيٽ تي فراڊ به ڪن ٿا. اهي جڙتو اطلاع پوسٽ ڪري يا ڳجهي ۽ لڪل معلومات کي چوري ڪري، ناجائز دولت ڪمائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ان کي هيڪنگ (Hacking) چوندا آهن.

## اشتهار:

ماس ميڊيا يا ”عوامي ڄاڻ“ جو مکيه ڪم اشتهار بازي آهي. اشتهار ماڻهوءَ جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ڏبا آهن. ڪن شين، مصنوعات، خدمتن، نوڪرين ۽ تعليمي ادارن ۾ داخلا وٺڻ جا اشتهار عام جام هلن ٿا. اخبارن، ريڊيو اسٽيشن، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ ادارن جي آمدنيءَ جو وڏو ذريعو اشتهار آهن. اشتهار فقط چڱايون ظاهر ڪن ٿا. ڪاڄرو تيل صحت لاءِ نقصانڪار آهي، پر تيل ڪمپنيون وڪرو وڌائڻ لاءِ ان کي صحت لاءِ فائديمند ڄاڻائڻ جا دلڪش اشتهار ڏين ٿيون. ساڳيءَ طرح صابڻ ۽ ڪريم ٺاهيندڙ ادارا ان کي پاڪائيءَ ۽ سفيد بنائڻ جي دعويٰ ڪري ٿي، جيتوڻيڪ اهي صرف صفائيءَ لاءِ آهن.

**سرگرمي:** اخبارن ۽ ٽيليويزن تي هلندڙ اشتهار ڏسو. جنهن شيءِ جو اشتهار ڏنل آهي، ان جي خوبين کي ڳوليو. ان جي ٽن خامين کي بيان ڪريو.

## اسان کي جيڪا معلومات ملي ٿي، ان تي ڪهڙا عنصر اثر انداز ٿين ٿا؟

جڏهن ڪا خبر زباني طرح مشهور ٿئي ٿي، تڏهن ماڻهو ان کي پنهنجي لحاظ سان اهم يا غير اهم ڄاڻي، وڌائي يا گهٽائي ٻڌائين ٿا. اها ساڳي حالت اخبارن، ريڊيو، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ جي آهي. شايع ٿيڻ، ريڊيو تان نشر ٿيڻ يا ٽيليويزن تي ڏيکارڻ لاءِ خبرون نه تمام گهٽيون آهن. هڪ خبر ۾ واقعي کي حقيقي طرح بيان ڪرڻ گهرجي. ٻڌائيندڙ کي ان ۾ پنهنجي طرفان اضافي ڪرڻ يا ذاتي راءِ ڏيڻ جو حق ناهي. مثال طور: جڏهن هڪ خابرو زلزلي واريءَ جاءِ تي وڃي ٿو ته کيس گهرجي ته اتي جيڪو ڪجهه وهيو واپريو ۽ هن ڏٺو ٻڌو، اهو سچائيءَ سان بيان ڪري. خبري رپورٽ ۾ متاثر ماڻهن جا تجربا، تڪليفون ۽ مشاهدا اهڙيءَ ريت نه ٻڌائجن جو اهي متعصب ۽ جانبدار محسوس ٿين. متاثرن مان ٿورا ماڻهو جن ٽائين حڪومتي امداد پوريءَ ريت نه پهتي آهي، انهن کي وڌيڪ ڪوريج ڏئي، اهو تاثر ڏيڻ ته انهن جو اوهي واهي ڪونهي، جڏهن ته متاثر ٿيلن، جي اڪثريت کي مناسب امداد ڏني وئي هجي ۽ ان جو ذڪر سطحي طور ڪيو وڃي، ڪنهن به طرح ميڊيا لاءِ صحيح ناهي.

اسان کي اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ جيڪو ڪجهہ اخبارن ۾ ڇپجي ٿو يا ريڊيو تان نشر ٿئي ٿو، ٽيليويزن تي ڏيکاريو وڃي ٿو ۽ انٽرنيٽ تي رکيو وڃي ٿو، اهو سچائيءَ سان بيان نٿو ٿئي پر ان وسيلي هڪ خاص نقطہ نظر ظاهر ٿئي ٿو. ٽنهنڪري ميڊيا جي ڪنهن بہ ذريعي سان حاصل ٿيل خبر ۽ معلومات کي بلڪل درست ۽ سچو سمجهي اسان کي تڪڙا نتيجا ڪڍڻ نہ گهرجن، پر حقيقت تائين پهچڻ لاءِ تنقيدي سوچ ۽ عقل کي استعمال ڪري، ٻڌايل خبر جي چند ڇاڻ ڪرڻ بعد پنهنجي راءِ قائم ڪرڻ ڪپي.

**سرگرمي:**
ساڳئي واقعي بابت احوال ٻن مختلف اخبارن ۾ پڙهو. (ٻن مختلف ريڊيو اسٽيشنن يا ٻن مختلف ٽيليويزن چينلز تي ٻڌو) انهن جي ڀيٽ ڪريو. (هڪجهڙيون ڳالهيون ۽ متضاد طريقن کي نوٽ ڪريو) ٻڌايو تہ توهان انهن کي مختلف ڇو ٿا محسوس ڪريو؟

## سياسي عمل ۾ ميڊيا جو ڪردار:

هاڻوڪن سالن ۾ ميڊيا جو سياسي ميدان ۾ عمل دخل ۽ اثر وڌي ويو آهي. جمهوريت ۽ معلومات، نظرين ۽ راين جو آزادي سان ڦهلاءُ نهايت ضروري آهي. ميڊيا، سياسي شخصيتن ۽ سياسي واقعن جي باري ۾ صحيح ۽ تعصب کان آجي معلومات پهچائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي. ميڊيا، عوام جي دلچسپيءَ جي وسيع ميدان ۽ موضوعن تي، مختلف نظرين ۽ راين جي ڏي وٺ جو اثرائتو ذريعو آهي. هرهڪ ماڻهوءَ جا پنهنجا خيال ۽ نظريا آهن. انهن جو هاڪاري اظهار خيالن جي مٽا سٽا ۽ بحث مباحثي دوران ماڻهن کي صحتمند لاڙن طرف وٺي وڃي ٿو تہ اهي انهن ويچارن جي موافقت يا مخالفت ۾ پنهنجي راءِ کي پڪو پختو بنائين ٿا.

چونڊن وارن ڏينهن ۾ ميڊيا ماڻهن کي ٻڌائي ٿي تہ ڪهڙا اميدوار چونڊن جي عمل ۾ حصو وٺي رهيا آهن، انهن جو تعلق ڪهڙيءَ سياسي پارٽيءَ سان آهي؟ سياسي پارٽين ۽ سياستدانن جو ملڪي سياست ۾ اڳيون ڪردار ۽ ڪارڪردگي ڪهڙي آهي؟ اهي چونڊجڻ کان پوءِ عوامي ڀلائي جا ڪهڙا ڪم ڪندا؟ سندن منشور ۽ پروگرام ڪهڙو آهي؟ اهڙيءَ ريت چونڊن ۾ شريڪ اميدوارن ۽ ووٽرن وچ ۾ رابطو پيدا ٿئي ٿو ۽ ٻنهي جو مؤقف واضح ٿئي ٿو.

ميڊيا جو ٻيو مکيہ ڪردار اهو آهي تہ اها ملڪ جي ٽنهي بنيادي ٿنڀن جهڙوڪ قانونيہ، انتظاميہ ۽ عدليہ جي ڪارڪردگيءَ جي مسلسل نگراني ڪري ٿي. جيڪي ڪجهہ وهي واپري ٿو، ان کي عوام آڏو پيش ڪري ٿي. ٽنهنڪري هر شعبو محتاط انداز ۾ ڪم ڪري ٿو.

پريس، ريڊيو ۽ ٽيليويزن، ڪٿي بہ رشوت، نااهلي، اختيارن جو غلط ۽ ناجائز استعمال ٿئي ٿو تہ ان ڏانهن عوام جو ڌيان ڇڪائين ٿا. ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ جي وڌندڙ استعمال جي ڪري ميڊيا متحرڪ ٿي وئي آهي ۽ واقعي کي فوري طور ٻڌائي ٿي. جاچيندڙ صحافت يا تحقيقاتي ميڊيا جي ڪري ماضيءَ جي ڪيترن ڪڌن ڪرتوتن کي ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ ڏوهارين خلاف ڪاروائي ڪري سزا ڏني وئي آهي.

## اختصار

هن باب ۾ اسان مواصلات جي اهميت بابت پڙهيو. اسان کي اها به خبر پئي ته عوامي يا ماس مواصلات ۾ اخبارون، ريڊيو، ٽيليويزن ۽ انٽرنيٽ اثرائتو ڪردار ادا ڪري ٿي ۽ گهڻن ماڻهن تائين پهچي انهن کي باخبر ۽ باشعور بڻائي ٿي. اسان اهو به پڙهيو ته اسان کي اکيون بوٽي هر مليل اعلان يا اطلاع تي اعتبار ڪرڻ نه گهرجي بلڪ ان بابت پوريءَ ريت ڇنڊڇاڻ ڪرڻ گهرجي. تعصب ۽ هڪطرفي بيان جو اڻ ڏريو جائزو وٺي پوءِ ڪا راءِ قائم ڪجي. اطلاعات جي ذريعن خاص طور سان اشتهارن ۾ ائين ٿئي پيو. اسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ ميڊيا جو اهم ڪردار آهي. ملڪ جي سياسي عمل ۾ ميڊيا ڀرپور حصو وٺي ٿي. ان ذريعي عوام کي شعور ملي ٿو ته اُهي ڪنهن کي ووٽ ڏين ۽ ڪنهن کي ووٽ نه ڏين. ان کان علاوه حڪومت جي ڪوتاهين ۽ خراب ڪارڪردگيءَ جي به خبر پوي ٿي ۽ جن منصوبن تي ڪم ٿي رهيو آهي، انهن بابت به صحيح جاچ ملي ٿي. فرض شناسي، قومي درد رکندڙ ۽ تعصب کان آجي ميڊيا ڪنهن قوم جو قيمتي اثاثو آهي.

## مشق

**(الف) گهڻ – جوابي سوال- هر سوال هيٺان ٽي جواب ڏنل آهن. توهان صحيح جواب تي(✓)جو نشان لڳايو.**

(i) ٻين کي معلومات ۾ شريڪ ڪرڻ واري سرگرميءَ کي __________ سڏبو آهي.
(الف) مواصلات (ب) ڊايالاگ (ج) بحث مباحثو

(ii) اخبارون __________ جو هڪ نمونو آهن.
(الف) اليڪٽرانڪ ميڊيا (ب) عوام جي ميڊيا (ج) پرنٽ ميڊيا

(iii) پاڪستان جي پهرين ريڊيو اسٽيشن ڪٿي قائم ڪئي وئي؟
(الف) ڪراچي (ب) لاهور (ج) پشاور

(iv) پاڪستان ۾ پهرين ٽي.وي اسٽيشن ڪڏهن قائم ٿي؟
(الف) 1960ع (ب) 1964ع (ج) 1968ع

(v) دنيا ۾ ڪمپيوٽرن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان رابطي کي ڇا چوندا آهن؟
(الف) خط (ب) انٽرنيٽ (ج) ٽيليفون

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب لکو:**

1- اطلاعات جي مختلف ذريعن جا نالا لکو.
2- اطلاعات جي ذريعن جي اهميت بيان ڪريو.
3- عوامي ميڊيا ۽ غير عوامي ميڊيا جي فرق کي واضح ڪيو.
4- اشتهارن جو ڪهڙو مقصد هوندو آهي؟
5- سياسي عمل ۾ ميڊيا جي ڪردار بابت ٻڌايو.
6- اڄڪلهه اطلاعات جي ذريعن ۾ گهڻي ۾ گهڻي اهميت ڪهڙي ذريعي کي حاصل آهي؟ پنهنجي جواب جي حمايت ۾ ٽي سبب ڄاڻايو.

**(ج) خاڪو ناهيو.**

هيٺ ڏنل خاڪي جهڙو خاڪو ناهيو، جنهن ۾ اطلاعات جا ذريعا ڄاڻايو. هرهڪ ذريعي جا ٻه فائدا ۽ ٻه نقصان ٻڌايو.

| اطلاعات جا ذريعا | فائدا | نقصان |
|---|---|---|
| | | |

### (د) عملي ڪم:

-1 هڪ اشتهار جي چونڊ ڪريو. ان کي پڙهي هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(i) جنهن شيءِ جو اشتهار آهي، ان جو نالو ڇا آهي؟

(ii) اشتهار کي بيان ڪريو. (مثلاً: ڇا اهو ماڻهن بابت آهي؟ انهن جون عمريون ڪهڙيون آهن؟ انهن کي ڪهڙو لباس پاتل آهي؟ ڇا ان بابت ڪجهه لکيل آهي؟ پلا اهو ڇا لکيل آهي؟).

(iii) اشتهار ڏيندڙ پنهنجي مصنوعات ڪنهن کي وڪڻڻ گهرن ٿا؟ (مثلاً: توهان جهڙن نوجوانن کي، توهان جي مائٽن کي، شاهوڪار ماڻهن کي، ڇوڪرين يا ڇوڪرن کي).

(iv) اشتهار ڏيندڙ جن ماڻهن کي پنهنجيون مصنوعات وڪرو ڪرڻ گهرن ٿا، انهن لاءِ اشتهار ڪهڙيءَ ريت دلچسپ ۽ دلڪش بنايو ويو آهي؟ (مثلاً: مشهور ايڪٽرن ۽ ايڪٽريسن جي تصوير ڏيڻ سان، ڊاڪٽرن ۽ ڏندن جي ماهرن جي ڳالهه ٻولهه سان، اڪثر ماڻهن کي اها شيءِ استعمال ڪري ڏيکارڻ سان)

(v) ڇا اشتهار ۾ مصنوعات جي باري ۾ سٺي ۽ خراب معلومات ڏنل آهي؟

(vi) ڇا توهان سمجهو ٿا ته اشتهار ڏيندڙ طرفان مهيا ڪيل معلومات درست آهي؟ ڇو؟

(vii) اشتهار ڏيندڙن کي ان اشتهار ۾ وڌيڪ ڪهڙو اضافو ڪرڻ جي ضرورت آهي، ته جيئن ان کي صحيح ۽ سچو بنائي سگهن؟

**نوٽ: جڏهن فقط ”هاڪاري“ يا رڳو ”ناڪاري“ معلومات مهيا ڪيل هوندي آهي ته ان کي متعصب چئبو آهي.**

-2 ٻه اخباري ليک پڙهو يا ٽيليويزن تي خبرون ٻڌو ۽ ڏسو. ان ۾ پيش ٿيندڙ نقط نظر کي جاچيو.

-3 ساڳي خبر بابت اردو ۽ انگريزي اخبارن ۾ ليک پڙهو. هرهڪ ليک ۾ ڏنل نقط نظر کي پرکيو.

-4 ننڍين ٽولين ۾ گڏجي عوامي خدمت جو ڪو پيغام تخليق ڪيو، جيڪو ماحولياتي گدلاڻ بابت هجي. ان کي ريڊيو، ٽي.وي يا انٽرنيٽ تي عام ڪريو. پنهنجي ڪلاس جي ساٿين کي اهو پيغام پهچايو بلڪل ان طرح جيئن توهان اهو ريڊيو، ٽيليويزن يا انٽرنيٽ تي هلايو.

-5 پنهنجي اسڪول ۾ هڪ سوالنامي ذريعي معلوم ڪيو ته ڪهڙو ٽيليويزن پروگرام بيحد مقبول آهي ۽ ڪهڙو تمام گهٽ پسند ڪيو وڃي ٿو؟ گڏ ڪيل معلومات کي هڪ خاڪي يا گراف جي شڪل ۾ پيش ڪيو.

### (ه) اضافي سرگرميون:

-1 ڪلاس کي 8 ٽولين ۾ ورهايو. انهن مان اڌ ٽولين (يعني چئن) کي چئو ته هڪ اشتهار ناهين، جنهن ذريعي ماڻهن کي ترغيب ڏين ته ان شيءِ کي ڪائين يا ان هنڌ تي گهمڻ وڃن، اتي ڪجهه ڪم ڪن يا اتي خريداري ڪن. ٻيو اڌ وري ناڪاري ۽ دل ڇڪڻ واريون ڳالهيون ٻڌائي ته جيئن ماڻهو اها شيءِ نه وٺن، اهو هنڌ گهمڻ نه وڃن، اتي ڪو ڪم نه ڪن يا اتي خريداري وغيره نه ڪن. 1 ۽ 2 نمبر ٽولي برگر ڪائڻ بابت — 3 ۽ 4 نمبر ٽولي جانورن جو باغ (Zoo) گهمڻ بابت — 5 ۽ 6 نمبر ٽولي سنڌ شهرين جيان اسڪول جي صفائي ڪرڻ بابت — 7 ۽ 8 نمبر ٽولي ناٽڪ يا ڊرامي بابت. ٻنهي ٽولين کي چئو ته اشتهار متوازن ۽ انصاف روءِ تيار ڪن، جنهن ۾ فائدا ۽ نقصان ٻئي ڄاڻايل هجن ان شيءِ يا خدمت بابت.

-2 ڪا ويجهي ريڊيو يا ٽي.وي اسٽيشن گهمڻ وڃو ۽ ڏسو ته اتي ڪهڙيءَ ريت ڪم ٿي رهيو آهي؟

**استادن لاءِ هدايتون:** ”ٽيليويزن اطلاعات جو نهايت مؤثر ذريعو آهي“ جي موضوع تي ڪلاس ۾ بحث مباحثو ڪرايو. اڌ ڪلاس موضوع جي موافقت ۾ ۽ اڌ مخالفت ۾ هجي. ٽن شاگردن کي موضوع جي موافقت ۾ ۽ ٽن کي مخالفت ۾ پنهنجا خيال ٻڌائڻ لاءِ چئو. سڀئي شاگرد غور سان بحث ٻڌن ۽ خيالن بابت ويچار ونڊين.

باب يارهون

# اسان جا قدر ۽ اسان جي روش (هلت چلت)

**سِکيا جا نتيجا:**

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- اهو ڄاڻڻ ته هر ڪنهن کي پنهنجا پنهنجا قدر آهن.

2- قدرن تي اثر انداز ٿيندڙ ڳالهيون (ثقافت، تعليم، مذهب وغيره).

3- ذاتي قدرن کي بيان ڪرڻ ۽ اهي قدر ڪهڙيءَ ريت اُسريا، وڌيا ويجهيا.

4- بڌايل يا ڏيکاريل منظرن مان قدرن کي سڃاڻڻ.

5- انهن قدرن جي سڃاڻپ ڪرڻ جن تي ماڻهن جي روش ۽ هلت چلت ٻڌل آهي.

6- اها ڳالهه سمجهڻ ته ساڳي صورتحال ۾ مختلف قدرن جي ڪري، موٽ مختلف ٿي سگهي ٿي.

## قدر (Values) ڇا کي ٿو چئجي؟

قدر، اهڙا اصول آهن جيڪي زندگي گذارڻ ۾ اسان جي رهنمائي ڪن ٿا. قدرن جا ڪجهه مثال، وقت جي پابندي، ايمانداري، انصاف روءِ هلڻ، سهڪار ڪرڻ ۽ صحتمند چٽاپيٽي آهن. اسان جا پنهنجا خاص قدر به ٿين ٿا. قدرن جو تعلق اسان جي پنهنجي شخصيت سان پڻ آهي. جيئن ته اسان جي اها خواهش ته ٻين سان گڏجي ڪم ڪريون. قدرن جو واسطو اسان جي ضرورتن سان پڻ آهي جهڙوڪ: اسان محفوظ رهڻ چاهيون ٿا يا اسڪول ۾ سٺي ڪارڪردگي ڏيکاريون ته جيئن روزگار ملڻ ۾ سولائي ٿئي. ان ڪان سواءِ قدر سماجي حوالي سان اسان جي فهم ۽ سوچ سان لاڳاپيل پڻ آهن جيئن صفائي سنائيءَ جو قدر يا ماحول جو خيال رکڻ ته گدلو نه ٿئي.

قدر اسان جي پس منظر، تجربن ۽ ذاتي شعور جي ترقيءَ مان اُسرن ٿا. ڪي قدر ساري ڄمار ساڳيا رهن ٿا. جيئن ته آزاديءَ سان ڪم ڪرڻ جي خواهش. ڪي قدر ائين وڌن ويجهن ۽ تبديل ٿين ٿا جيئن اسان پاڻ وڏا ٿيون ٿا ۽ تبديليءَ جي عمل مان گذرون ٿا. مثال طور: اهو عام ڏٺو ويو آهي ته جڏهن ڪو شخص ڇڙو يا اڪيلو زندگي گذارڻ ڪان پوءِ شادي ڪري ٿو ته سندس رويو پگهار، روزگار جي ضمانت ۽ ڪم ڪرڻ جي وقت ڏانهن ساڳيو نٿو رهي. هو ان ۾ تبديلي چاهي ٿو.

جتي اسان جا پنهنجا قدر آهن، اتي اسان پنهنجي آسپاس جي ماڻهن جي قدرن سان پائيواري پڻ ڪيون ٿا جهڙوڪ: اسان جي ڪٽنب جا ڀاتي، دوست يا نسلي ۽ قومي گروهه. مثال طور: خاندان وارن سان محبت ڪرڻ، دوستن سان وفاداري ڪرڻ، وڏن جي عزت ڪرڻ يا مهمان نوازيءَ جو مظاهرو ڪرڻ وغيره.

قدر اسان جا آدرش آهن. حقيقي دنيا اسان ڪان اها تقاضا ڪري ٿي ته اسان چونڊ ۽ مصلحت جو مظاهرو ڪيون ۽ ان مطابق پنهنجي قدرن جي ترجيح مقرر ڪيون. اسان انهيءَ ۾ تجربي ۽ دباءَ جي بنياد تي تبديليون پڻ آڻي سگهون ٿا. مثال طور: توهان قطار پيچڻ چاهيندا آهيو ته جيئن توهان ڪئنٽين ۾ ٻين ڪان اڳ پهچي سگهو. ڪنهن ڏينهن ڪو ٻيو شاگرد قطار ٽوڙي اوهان جي اڳيان اچي ٿو بيهي، تڏهن توهان محسوس ڪيو ٿا ته قطار پيچي ٻين ڪان اڳ بيهڻ ڪنهن به طرح مناسب ناهي ۽ توهان اهو فيصلو ٿا ڪيو ته توهان قطار ۾ بيهي پنهنجي واري تي ڪينٽين ۾ داخل ٿيندؤ.

**سرگرمي:**

ٽي اهڙا قدر ٻڌايو جيڪي توهان جي ڪٽنب يا ٻين ڀاتين جهڙا ساڳيا آهن ۽ ٽي اهڙا قدر لکو جيڪي اوهان جي دوستن ۾ ساڳيا آهن.

### اهڙيون مکيه ڳالهيون جن جو اثر اسان جي قدرن جي واڌاري تي پوي ٿو

**ڪٽنب:**

اسان جي ڪٽنب يا خاندان جو اسان جي زندگيءَ تي وڏو اثر آهي. ڪٽنب ۾ ئي اسان سکون ٿا ته صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي؟ ڄمڻ گهڙيءَ ڪان وٺي اهي اسان جا رول ماڊل آهن.

گهر ۾ جيڪي وهي واپري ٿو، ان مان اسان جا قدر جُڙن ٿا. مثال طور: جيڪڏهن ٻين جو احترام ڪرڻ گهر اندر سڪنداسين تہ ٻاهر بہ اسين ٻين جي تعظيم ڪنداسين. جيڪڏهن اسان گهر ۾ هڪٻئي سان اختلاف جي نبيري لاءِ گوڙ شور ڪنداسين ۽ وڙهنداسين تہ پوءِ اسان سمجهنداسين تہ ٽڪراءُ ختم ڪرڻ جو درست طريقو اهو ئي آهي ۽ اسان ٻاهر بہ ان رويي تي عمل ڪنداسين، جنهن جا سٺا نتيجا ڪين نڪرندا.

## اسڪول:

قدرن جي نهڻ ۽ ناهڻ ۾ اسڪول اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. اسڪول جي قاعدن موجب اسان کي وقت تي اسڪول ۾ پهچڻو آهي، صاف سٿرو ٿي اچڻو آهي، پنهنجي واريءَ جو انتظار ڪرڻو آهي ۽ اسڪول جو ڪم چڱيءَ طرح ڪرڻو آهي. انهن ذريعي اسان وقت جي پابندي، صفائي سٿرائي، ٻين جو احترام ڪرڻ ۽ محنت سان ڪم ڪرڻ سکون ٿا. جڏهن ڪلاس ۾ استاد اسان کي همٿائي ٿو تہ اسان ٻين شاگردن سان ملي جلي ڪم ڪيون تہ اسان سهڪار ۽ تعاون جو قدر سکون ٿا. جڏهن اهي سيکارين ٿا تہ صحتمند مقابلو ڪيئن ڪبو آهي ۽ ڇو ضروري آهي تہ پوءِ اسان ڇتا پيتيءَ وارو قدر سکون ٿا.

ذاتي قدر

## دوست:

جيئن جيئن اسان وڏا ٿيون ٿا، تيئن دوستن جو اسان جي قدرن تي اثر پوي ٿو. قدرن جي اوسر ۾ دوستن جا منفي يعني ناڪاري ۽ مثبت معنيٰ هاڪاري اثر پون ٿا. محنتي ۽ هوشيار دوستن وٽان اهي خوبيون پرائي اسان پاڻ بہ محنتي ۽ هوشيار ٿينداسين. جيڪڏهن اسان جا دوست اهڙا آهن، جيڪي شاگردن کي ڊيڄارين، ڌمڪائين ٿا تہ پوءِ اسان بہ ان قدم کي چڱو سمجهي عمل ڪيون ٿا.

## مذهب:

قدرن جي ناهڻ ۽ انهن کي مقرر ڪرڻ ۾ مذهب جو وڏو عمل دخل آهي. سڀني مذهبن ۾ پنهنجي مڃيندڙن لاءِ هڪ ضابطہ اخلاق موجود آهي، جيڪو زندگي گذارڻ ۾ انهن جي رهنمائي

ڪري ٿو. اڪثر ڪري، قانون ۽ سماجي ريتون رسمون، مذهبي تعليم تي ٻڌل هونديون آهن. جيئن تہ اسان پنهنجي روزمره جي زندگي انهن قاعدن قانونن مطابق گذاريون ٿا، تنهنڪري اسان جي هر عمل تي مذهبي اثر نظر ايندو.

## سماج:

اسان جنهن سماج ۾ زندگي گذاريون ٿا، ان جو اثر اسان جي قدرن تي پڻ پوي ٿو. اسين سکون ٿا تہ ڇا سنو آهي ۽ ڇا خراب؛ ڇا مناسب آهي ۽ ڇا غير مناسب. اڪثر سماج جنهن کي چڱو سمجهي، اهو ئي اسان لاءِ بہ چڱو آهي، توڙي ڪٽي اهو خراب هجي. مثال طور: سماج ۾ اسين اختلاف جي نبيري لاءِ ويڙهہ ۽ جهيڙو ڪريون ٿا، سرڪاري توڙي نجي (ذاتي) ملڪيتن کي باهيون ڏيون ٿا ۽ ڪنهن کي مارڻ کان بہ ڪين مڙون ٿا. اهو بلڪل غلط آهي. اسان کي گهرجي تہ اختلاف کي پُرامن ۽ سهڻي طريقي سان طيءِ ڪيون.

## ميڊيا:

اسان جي قدرن جي تشڪيل ۾ ميڊيا جو بہ اهم ڪردار آهي. اسان جڏهن ٽيليويزن ڊراما ڏسون ٿا، موسيقي ٻڌون ٿا يا رانديگرن کي رانديون ڪيڏندي ڏسون ٿا تہ اسان انهن مان ڪن اداڪارن، ڳائيندڙن ۽ رانديگرن کي پسند ڪريون ٿا. وقت گذرڻ سان، اسان جي دل ۾ انهن جهڙو ٿيڻ جي خواهش جنم وٺي ٿي. مثال طور: رانديگرن کان اسان صحيح طريقي سان راند ڪيڏڻ بہ سکون ٿا تہ ٺڳي ڪري راند کٽڻ جو نمونو پڻ.

### سرگرمي:

(i) هيٺ ڏنل باڪس مان قدرن جي چونڊ ڪريو. اهڙا ست قدر چونڊيو جن کي توهان اهم سمجهو ٿا. هرهڪ چونڊيل قدر لاءِ ٻڌايو تہ توهان ان قدر کي جو پنهنجي زندگيءَ ۾ آڻڻ چاهيو ٿا؟ ڪٽنب، اسڪول، دوستن، مذهب، سماج يا ميڊيا جي ڪري؟ هڪ کان وڌيڪ اثرن بابت بہ لکي سگهو ٿا.

| ڪاميابي يا حاصلات (ڪوشش جي نتيجي ۾ حاصل ڪيل)، ماحول جي سنڀال، صفائي، تعليم (سکيا لاءِ اسڪول يا ڪاليج وڃڻ)، انصاف روءِ هلڻ (ٻين سان سٺي نموني هلڻ)، ڪٽنب يا خاندان، معاف ڪري ڇڏڻ (معاف ڪرڻ يا ٻين سان رحم دليءَ ۽ ٻاجهہ سان هلڻ)، صحت (تہ جيئن تن توڙي من صحتمند ۽ سگهارا ٿين)، ايمانداري يا ديانتداري (سچار ۽ پُرخلوص ٿيڻ لاءِ)، مستقل مزاجي (ڪامياب ٿيڻ تائين، ڪنهن ڪم ۾ محنت ڪندو رهڻ)، عزت ۽ احترام (هر ڪنهن سان تعظيم سان پيش اچڻ). |
|---|

(ii) توهان جيڪي قدر پنهنجي لاءِ چونڊيو ٿا، انهن تي ڪنهن جو اثر آهي؟ اهو اثر ڇو پيو؟
(iii)مائٽن، استادن ۽ دوستن مان توهان ڪنهن جي صلاح تي عمل ڪريو ٿا ۽ ڇو؟

## اسان جي روش ۽ هلت چلت تي قدرن جو اثر:

اسان جي قدرن جو اسان جي روش ۽ هلت چلت تي ڏاڍو گهرو اثر آهي. اهي ماڻهو جيڪي روايت جو قدر ڪن ٿا، اهي رسمن، رواجن ۽ هلندڙ ريتن تي سٺي نموني عمل ڪن ٿا، جن کي وقت جو قدر آهي، اهي هر ڪم کي وقت تي پورو ڪن ٿا ۽ هر گڏجاڻي ۾ وقت تي پهچن ٿا.

اسان جي هلت چلت هميشه اسان جي قدرن مطابق نہ هوندي آهي. اسان چاهيون ٿا تہ ٻين جي مدد ڪريون، پر جڏهن ڪنهن کي ٻئي سان زيادتي ڪندي، ڌڪاريندي ڌمڪائيندي ڏسون ٿا تہ پاسو ونئي هليا وڃون ٿا ۽ مظلوم لاءِ ڪجهہ بہ نہ ٿا ڪريون. اسان ماحول کي بچائڻ چاهيون ٿا پر رستي کي ويڪرو ڪرڻ لاءِ وڻن جي وڍڻ کي غلط نہ ٿا سمجهون. سوچيو تہ ائين ڇو ٿو ٿئي؟ پهرين صورتحال ۾ اسان ايترا ڪمزور آهيون جو ٻئي جي مدد نٿا ڪريون. ٻئي مثال ۾ اسان سوچيون ٿا تہ رستو ويڪرو ٿيندو تہ اچ وڃ جي سهوليت وڌندي ۽ اقتصادي ترقي ٿيندي، جنهن کي اسان ماحول جي بهتريءَ کان وڌيڪ اهم سمجهون ٿا.

مٿين ڳالهين مان اها خبر پئي تہ ذاتي سببن ۽ سماجي ضرورتن جي ڪري اسان پنهنجي قدرن مطابق عمل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ محسوس ڪيون ٿا. ساڳيءَ طرح اسان جو خاندان، تعليم، ثقافت يا ميڊيا قدرن تي هلڻ جي واٽ ۾ مشڪلاتون ۽ بندشون پيدا ڪري ٿو ۽ اسين پنهنجي قدرن مطابق عمل ڪرڻ کان قاصر آهيون.

### اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو تہ قدر اهڙا اصول يا معيار آهن، جيڪي زندگي گذارڻ ۾ اسان جي رهنمائي ڪن ٿا. اسان جي قدرن تي اسان جي خاندان، اسڪول، دوستن، مذهب، ميڊيا ۽ سماج جنهن ۾ اسان رهون ٿا، جو وڏو اثر پوي ٿو. اسان کي اها پروڙ پڻ پئي تہ اسان جي روش ۽ هلت چلت تي قدرن جو وڏو اثر آهي، پر ان هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن ذاتي ۽ سماجي دٻاءُ هيٺ اسان قدرن موجب عمل نہ ڪري سگهندا آهيون.

### مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب لکو:**

-1 اهي ڪهڙا عوامل آهن جن جو اسان جي قدرن تي اثر پوي ٿو؟ مثال طور اهو ٻڌائڻ تہ خاندان ۽ اسڪول اسان جي قدرن کي ڪيئن متاثر ڪري ٿو؟

-2 پنهنجا پنج اهم قدر ٻڌايو. انهن مان ڪنهن هڪ قدر جا ٽي مثال ڏئي ٻڌايو تہ اهو قدر ڪيئن ظاهر ۽ نروار ٿئي ٿو؟

-3 انصاف اهو آهي تہ ماڻهن کي جيڪو گهرجي ۽ جڏهن گهرجي، انهن کي ملي. ان جي معنيٰ اها آهي تہ قاعدن موجب کيڏڻ، واري تي هلڻ، ٻين کي شريڪ ڪرڻ ۽ هرهڪ کي انصاف روءِ موقعو ڏيڻ. هيٺيون ڳالهيون پڙهو، هرهڪ ڳالهہ سامهون مناسب / نامناسب. نامناسب جملن کي وري اهڙيءَ طرح لکو جيئن مناسب بڻجي وڃن:

(I) فوٽبال راند کيڏندڙ بال کي ٻين سيني رانديگرن ڏانهن موڪلين ٿا سواءِ ٽيم جي ڪمزور رانديگرن جي.

(ii) توهان قطار مان ٻئي ڪنهن کي پنهنجي اڳيان بيهارڻ جي اجازت ڏيو ٿا.
(iii) توهان پليٽون ڌوئو ٿا ۽ توهان جو ياءُ ۽ ڀيڻ انهن کي سُڪائين ٿا.
(iv) توهان جو ياءُ پنهنجا رانديڪا کيڏڻ لاءِ توهان کي ڏئي ٿو. توهان انهن کي ڦٽو ڪري ٿا ڇڏيو ته جيئن اهي سڀ پاڻ سهيڙي رکي.
(v) توهان وچ راند ۾ قاعدن کي ان لاءِ بدلايو ٿا ته جيئن اوهان جي ٽيم راند نه هارائي.
(vi) توهان کي ڪلاس ۾ ڪجهه پئسا لبن ٿا. توهان پڇا ٿا ڪريو ته پئسا ڪنهن جا آهن ۽ ان کي ڏئي ٿا ڇڏيو.
(vii) ڪلاس ۾ توهان کي پنهنجي پينسل نه ٿي لڀي. توهان جي ڪلاسيءَ کي بلڪل اُهڙي اضافي پينسل آهي، تنهنڪري توهان اها کڻو ٿا.

-4 هيٺئين ڏيک يا منظر کي پڙهو:

سليم سٺي ڪرڪيٽ راند کيڏندو آهي ۽ ان بابت ڪافي ڄاڻ اٿس. مگر هن جي هڪڙي خراب عادت اها آهي ته هو ڪرڪيٽ ڪلب جي هر رانديگر بابت ناڪاري راءِ رکي ٿو. جڏهن ڪرڪيٽ ڪلب جي ميمبرن سليم بدران عليءَ کي ڪئپٽن چونڊيو ته هو ڏاڍو پريشان ٿيو. هن استاد کي چيو: ”مان ڪرڪيٽ جو سڀني کان سٺو رانديگر آهيان. ميمبرن هن کي ووٽ ڇو نه ڏنا؟“ استاد هن کي سمجهائيندي چيو ته جيتوڻيڪ تون سمجهين ٿو ته تون ٻين رانديگرن جي مدد ڪري رهيو آهين، ليڪن تون هنن جي جذبن جي عزت نٿو ڪرين. هن کيس چيو ته تون پنهنجي پاڻ کان اهو سوال پڇ: ”ڇا مان پسند ڪندس ته ٻيا مون سان ان طرح پيش اچن؟“

هيٺ ڏنل جملا پڙهو. هر جملي آڏو لکو ”عزت پريو“، ”بي عزتي وارو“ (توهين آميز).

ڇا توکي اهو ٻه نٿو اچي ته ٻئٽ ڪيئن جهلجي؟

ڇا توهان کي منهنجي مدد درڪار آهي؟ مان توهان کي ٻڌائيندس ته ٻئٽ کي سٺي نموني ڪيئن جهلجي؟

تون بال کي ڌڪ هڻڻ ۾ ايترو وقت ڇو ٿو وڃائين؟

سُستيءَ سان ان ريت ڌڪ هڻڻ مون اڳ ڪنهن کي ڪين ڏٺو آهي!

ٿي سگهي ٿو ته مان اوهان کي اهو ڏيکاريان ته پنهنجي ساٿيءَ جي مدد ڪيئن ڪبي آهي؟

توهان دل ۾ ته نه ڪندؤ، جيڪڏهن مان توهان کي ڪا صلاح ڏيان؟

(ب) هڪ ٽيبل ٺاهيو.

هڪ ٽيبل ٺاهيو ان ۾ اهي ٽي قدر لکو جيڪي اوهان اسڪول ۾ سکيا آهن، هر هڪ قدر لاءِ اهي ٽي ورتاءُ لکو جن جي ذريعي توهان ان قدر کي ظاهر ڪريو ٿا.

(ج) عملي ڪم

اهي ٽي طريقا سجاڻو جن جي ذريعي توهان ماحول جي سار سنڀال ڪريو ٿا. پنهنجي ماحول جي حفاظت جو قدر ڪرڻ لاءِ اهو ڪم ڪريو جنهن مان ظاهر ٿئي ته توهان ماحول جي سار سنڀال ڪريو ٿا.

(د) اضافي سرگرمي

دنيا مختلف هجي ها جيڪڏهن ماڻهن جو قدر نه ڪجي ها. قدرن جي نه هجڻ سان اوهان جي خيال ۾ اسان جي روزاني زندگيءَ ۾ ڪهڙا نمايان فرق نظر اچن ها.

باب ٻارهون

# پاڪستان جو حڪومتي سرشتو

## سِکيا جا نتيجا:

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- وفاقي حڪومت ڇو ضروري آهي؟
2- وفاق ۽ صوبن جي سطح تي حڪومتن نهڻ جي عمل جي ڀيٽ ڪرڻ.
3- حڪومت جي ٽن شاخن جي فرضن، ذميوارين ۽ ڪاروائين ڪي ڀيٽڻ.
4- هڪ جمهوري سرشتي ۾ سياسي جماعتن جو ڪردار ڪهڙو آهي؟
5- پاڪستان ۾ وفاقي حڪومت ۽ صوبائي حڪومتن وچ ۾ قائم تعلق ۽ لاڳاپي کي سمجهائڻ.
6- پاڪستان ۾ قانون جوڙڻ واري طريقي کي ڄاڻڻ.
7- هڪ آسان ۽ سادي چارٽ (خاڪي) ذريعي پاڪستان ۾ قائم عدالتن وچ ۾ تعلق ۽ طريقي ڪار کي ظاهر ڪرڻ.
8- سپريم ڪورٽ جي هاءِ ڪورٽن مٿان اختيار ۽ اهميت تي بحث ڪرڻ.
9- ڪنهن وڏي مامري جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان کي حل ڪرڻ ۾ قانون جي مدد ڳولڻ.
10- آئين جي اهميت کي سمجهڻ.
11- پاڪستان جي آئين ۾ شهرين کي حاصل حقن کي واضح ڪرڻ.
12- اهڙي هلت چلت ۽ عملي طور طريقن کي ڄاڻڻ جن جي باري ۾ قانون رهنمائي ڪري ٿو ته اهي قانوني لحاظ سان صحيح آهن يا نه؟
13- مسئلي کي حل ڪرڻ واري حڪمت عملي کي استعمال ڪندي، اهڙيون تجويزون ۽ تدبيرون جوڙڻ جن سان ڪنهن قومي مسئلي کي حل ڪري سگهجي.
14- اهڙين رٿائن ۽ منصوبن ۾ شرڪت ڪرڻ جن سان مقامي ڪميونٽي جي ماڻهن جي مختلف معاملن ۾ واهر ڪري سگهجي.
15- ڪنهن به هڪ قومي يا هلندڙ مسئلي جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان کي حل ڪرڻ لاءِ جاري حڪومتي قدمن کي ڄاڻڻ. پنهنجي طرفان اهڙين تجويزن کي پيش ڪرڻ جن سان اهو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو.

# پاڪستان جو حڪومتي سرشتو

چوٿين ڪلاس ۾ اوهان پڙهي آيا آهيو تہ هرهڪ صوبي ۾ هڪ صوبائي حڪومت قائم آهي، جيڪا صوبي جي انتظام کي هلائي ٿي ۽ مختلف مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ قدم کڻي ٿي. ساڳيءَ طرح سڄي ملڪ جي انتظام کي هلائڻ لاءِ وري وفاقي حڪومت قائم ٿيل آهي. پاڪستان جي آئين ۾ وفاقي حڪومت ۽ صوبائي حڪومتن جي اختيارن جي ورڇ ٿيل آهي تہ ڪهڙا اختيار وفاق کي ۽ ڪهڙا اختيار صوبن کي حاصل آهن.

## آئين:

آئين ڪنهن بہ ملڪ جو نهايت اهم ۽ مُک قانون آهي، جيڪو:

- حڪومتي ڍانچي جو خاڪو بيان ڪري ٿو.
- حڪومت جي هرهڪ شعبي ۽ شاخ جي اختيارين ۽ حدن کي مقرر ڪري ٿو.
- صوبائي حڪومتن ۽ وفاقي حڪومت وچ ۾ لاڳاپن جي وضاحت ڪري ٿو.
- شهرين جي حقن ۽ فرضن کي بيان ڪري ٿو ۽ شهرين جي حقن جي حفاظت ڪري ٿو.

## وفاقي حڪومت جا اهم اهڃاڻ:

هڪ وفاقي حڪومتي سرشتي ۾ وفاق ۽ صوبن ۾ قائم حڪومتن وچ ۾ اختيارن جي چڱيءَ ريت وند ورڇ ٿيل هوندي آهي. وفاقي حڪومت کي پرڏيهي پاليسي، بچاءُ ۽ ناڻي جهڙن مکيہ شعبن ۾ مڪمل اختيار حاصل آهي. اها ساليانی بجيٽ ۽ ترقياتي پروگرام پڻ جوڙيندي آهي. صوبائي حڪومتن کي وري تعليم، صحت، امنِ عامہ ۽ ترقياتي ڪمن جي شعبن ۾ اختيار مليل آهن. جيتوڻيڪ هنن شعبن ۾ وفاقي حڪومت کي پڻ اختيار حاصل آهي، پر انهن جو تعلق قومي پاليسين ۽ لاڳاپيل بين الاقوامي خدمتن ۽ رٿائن سان آهي. ڪنهن بہ اختيار بابت اختلاف جي صورت ۾ سپريم ڪورٽ، آئين جي تشريح ڪري فيصلو ڪندي تہ آيا اهو حق وفاق جو يا صوبي جو آهي.

پاڪستان جون وفاقي ايڪايون هيٺيون آهن:

- چار صوبا: بلوچستان، خيبر پختونخواه، پنجاب ۽ سنڌ.
- وفاقي گاديءَ واري هنڌ اسلام آباد جو علائقو.
- وفاق جي انتظام هيٺ قبائلي علائقا (فاٽا).
- گلگت – بلتستان (گ – ب).

## حڪومت جي وفاقي سرشتي جون خوبيون:

حڪومت جي وفاقي سرشتي ۾ سڄي ملڪ جي اتحاد ۽ ايڪي جي خاطري ٿيل آهي. ڇاڪاڻ ته حڪومت جا مکيه شعبا بچاءُ ۽ پرڏيهي پاليسي وفاقي حڪومت جي اختيار ۾ آهن. اها ڳالهه سڀني وفاقي ايڪاين جي فائدي ۾ آهي. صوبائي حڪومتون پنهنجي وسيلن کي مقامي ماڻهن جي ضرورتن ۽ مسئلن جي حل لاءِ استعمال ڪرڻ ۾ مڪمل طور آزاد آهن. اُهي پنهنجي عوام جي گهُرجن کي ويجهڙائيءَ کان ڏسن ۽ هڪدم مدد ڪرڻ ۾ دير نه ٿيون ڪن. وفاق ۽ صوبن جون حڪومتون گڏجي عوام جي ڀلائي وارا ڪم ساٿ ۽ سهڪار سان ڪري سگهن ٿيون.

## وفاقي حڪومت جي جوڙجڪ ۽ ان جا مکيه ڪم:

صوبائي حڪومت وانگر، وفاقي حڪومت جون به ٽي شاخون آهن: 1. قانونيه 2. انتظاميه 3. عدليه.

- قانونيه، ملڪ هلائڻ لاءِ قانون جوڙي ٿي.
- انتظاميه، انهن قانونن تي عمل ڪرائڻ کي يقيني بڻائي ٿي.
- عدليه، فيصلا ڪري ٿي ته ملڪي ڪار وهنوار قانون مطابق هلي. قانون جي ڀڃڪڙي ڪندڙن کي سزائون ڏيڻ کان علاوه عدليه آئين ۽ قانون جي تشريح پڻ ڪري ٿي.

## قانونيه يا قانون ساز ادارو: پارليامينٽ

اسان جي ملڪ ۾ پارليامينٽ قانون ناهيندڙ ادارو آهي، جنهن جا به ايوان يعني ايوانِ بالا ۽ ايوانِ زيرين آهن. ايوانِ بالا يا مٿئين ايوان کي سينيٽ ۽ ايوانِ زيرين يا هيٺئين ايوان کي قومي اسيمبلي سڏجي ٿو. پارليامينٽ نوان قانون جوڙي ٿي ۽ پراڻن قانونن ۾ تبديلي به آڻي سگهي ٿي.

**سرگرمي:** ڪوشش ڪري معلوم ڪريو ته آمريڪا، انگلينڊ ۽ هندستان ۾ قانون ساز ادارا ڪهڙي نالي سان سڏجن ٿا؟

### قومي اسيمبلي:

قومي اسيمبلي

قومي اسيمبليءَ کي لوئر هائوس (Lower House) يا هيٺيون ايوان چئجي ٿو، جنهن جا 342 ميمبر آهن. مختلف چونڊ تڪن ۾ سياسي جماعتون پنهنجا اميدوار نامزد ڪنديون آهن، جيڪي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻجڻ لاءِ چونڊ وڙهندا آهن. گهڻي ۾ گهڻا ووٽ کڻندڙ اميدوار پنجن سالن لاءِ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي وڃي ٿو. قومي اسيمبليءَ ۾

جنهن ۾ سياسي پارٽيءَ کي اڪثريت يعني گهٽ ۾ گهٽ اڌ ميمبر هوندا، اُها پارٽي حڪومت ٺاهيندي.

قومي اسيمبليءَ ۾ چونڊيل ميمبر اڪثريت راءِ سان ”ليڊر آف هائوس“ (ايوان جو اڳواڻ) چونڊيندا، جيڪو ملڪ جو وزيراعظم بڻجندو. مخالف ڌر به پاڻ مان هڪ ميمبر کي ”ليڊر آف اپوزيشن“ (مخالف ڌر جو اڳواڻ) چونڊيندي.

| سرگرمي: ميمبرن جو تعداد معلوم ڪري هيٺيون خاڪو مڪمل ڪيو: | | | |
|---|---|---|---|
| علائقو | عام جايون | عورتن لاءِ جايون | ڪل جايون |
| پنجاب | | | |
| سنڌ | | | |
| خيبر پختونخواه | | | |
| بلوچستان | | | |
| فاٽا | | | |
| اسلام آباد | | | |
| ڪل جايون | | | |
| اقليتون | | | |
| ڪل جايون | | | |

قومي اسيمبليءَ جي پهرين گڏجاڻيءَ ۾ ميمبر، اسپيڪر ۽ ڊپٽي اسپيڪر چونڊيندا آهن.

قومي اسيمبليءَ جا هيٺيان ڪم آهن:

1. قانون جوڙڻ، موجود قانونن ۾ ڦيرقار ڪرڻ.
2. انتظاميه جي ڪارڪردگيءَ کي ضابطي هيٺ رکڻ.
3. سالياني قومي بجيٽ ۽ ناڻي جا بل بحال ڪرڻ.

قومي اسيمبليءَ جا ميمبر هر ملڪي معاملي تي بحث ڪري، ان سلسلي ۾ ضروري قانون ٺاهي سگهن ٿا. ايوان ۾ بحث مباحثو اسپيڪر جي نگراني ۾ ٿئي ٿو. اسپيڪر کي غير جانبداريءَ سان ايوان جي ڪاروائي هلائڻ گهرجي، يعني ڪيس هرهڪ کي پنهنجي راءِ جي اظهار جو موقعو ڏيڻ گهرجي، پلي اهو حڪومتي پاليسيءَ جي مخالفت ۾ ڇو نه هجي. جڏهن به ڪو بل يا معاملو بحث هيٺ اچي ته اسپيڪر کي ڪنهن به ڌر جو پاسو کڻڻ نه گهرجي بلڪ هن کي قاعدن قانون موجب ايوان جي ڪاروائي هلائڻ کپي. قومي اسيمبلي، انتظاميه جي ڪارڪردگيءَ تي پڻ ضابطو رکي ٿي. قومي اسيمبليءَ جا ميمبر ڪنهن به وزارت

**قومي اسيمبليءَ بجيٽ منظور ڪري ڇڏي، سينيٽ جي سفارش رد**

ماليياتي بل ۾ ڪجهه ترميمون ۽ 400 ارب روپين کان وڌيڪ ضمني بجيٽ به منظور

قومي بچت اسڪيمن تي وڊ هولڊنگ ٽيڪس ختم ڪرڻ جي متعلق سينيٽ جي

ترميم فناس بل ۾ شامل

اسلام آباد (نمائنده عبرت) قومي اسيمبليءَ ڇنڇر جي ڏينهن اپوزيشن جي موجودگي ۾ اتفاق راءِ سان پهرين جولاءِ 2014ع کان شروع ٿيڻ واري مالي سال جي لاءِ بجيٽ منظور ڪري ڇڏي، جنهن جي ڪل ماليت 1200 ارب 20 ڪروڙ روپيا آهي. ايوان ماليياتي بل ۾ ڪجهه ترميمون ۽ 400 ارب روپين کان وڌيڪ ضمني بجيٽ به منظور ڪري ڇڏي، جيڪا خزاني واري وفاقي وزير پيش ڪئي.

باقي صفو 3 ڪالم 4 تي

جي باري ۾ سوال پڇي سگهن ٿا ته اها عوام جي ڪنهن مسئلي تي ڪهڙو قدم کڻي رهي آهي. واسطيدار وزير سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ پابند آهي. هو اهو پڻ ٻڌائيندو ته ڪنهن عوامي مسئلي جي حل لاءِ حڪومت طرفان ڇا ڪيو پيو وڃي.

قومي اسيمبلي ملڪ جي سالياني بجيٽ تي بحث ڪري، ان کي منظور ڪندي آهي. مختلف حڪومتي کاتا هلائڻ ۽ ملڪ ۾ ترقياتي ڪم ڪرائڻ لاءِ حڪومت کي ناڻي جي ضرورت پوي ٿي، جيڪو ٽئڪسن ذريعي عوام کان حاصل ڪجي ٿو. اهي ٽئڪس، قومي اسيمبلي منظور ڪري ٿي.

**سرگرمي:** بل کي قانون بنائڻ لاءِ هڪ جڙتو اجلاس منعقد ڪيو.

## سينيٽ:

سينيٽ يا مٿئين ايوان (Upper House) جا ڪل ميمبر 104 آهن. هرهڪ صوبي کي سينيٽ ۾ نمائندگي لاءِ ميمبرن جو برابر تعداد مليل آهي. انهن جي چونڊ صوبائي اسيمبلين جا ميمبر ڪن ٿا. جيئن قومي اسيمبليءَ جا ميمبر ملڪي معاملن تي بحث مباحثو ڪن ٿا، تيئن سينيٽر وري سينيٽ ۾ هر معاملي کي بحث هيٺ آڻين ٿا ۽ پنهنجون تجويزون ۽ رايا پيش ڪن ٿا. سينيٽ جي ڪاروائي ضابطن هيٺ هلائڻ چيئرمين جو مکيه ڪم آهي. سندس غير حاضريءَ ۾ ڊپٽي چيئرمين مٿئين ايوان جي اجلاسن جي صدارت ڪندو. سينيٽ، قومي اسيمبليءَ طرفان منظور ڪيل قانونن کي بحال يا رد ڪري سگهي ٿي.

شڪل 12.1 کي ڏسو. ان ۾ اوهان کي نظر ايندو ته بل، قانون بنجڻ کان اڳ ڪيترن مرحلن مان گذري ٿو.

1. بل تيار ٿئي پيو.

2. بل کي قومي اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو پيو وڃي

3. قاعدن قانونن واري ڪاميٽي ان تي نظر ثاني پئي ڪري.

4. اسٽينڊنگ ڪاميٽي بل جو جائزو پئي وٺي.

5. قومي اسيمبليءَ جي ايوان ۾ ان تي کليل بحث ٿي رهيو آهي.

6. بل تي راءِ شماري ڪرائي پئي وڃي، جيڪڏهن بل منظور ٿي ويو ته پوءِ بل کي...

7. سينيٽ ڏانهن موڪلجي ٿو.

8. جتي وري اسٽينڊنگ ڪاميٽي ان جو جائزو وٺي ٿي.

9. سينيٽ ۾ ان تي بحث مباحثو ڪجي ٿو.

10. بل تي راءِ شماري ڪرائي پئي وڃي، جيڪڏهن بل منظور ٿيو ته بل کي...

11. ملڪ جي صدر ڏانهن اماڻجي ٿو. صدر ان تي صحيح ڪري يا نه ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن صحيح ڪري ٿو ته...

12. بل هاڻي قانون بنجي وڃي ٿو.

شڪل 12.1 بل، قانون ڪيئن ٿو بنجي

**سرگرمي:** سينيٽ جي چيئرمين ۽ ڊپٽي چيئرمين جي نالن کي معلوم ڪريو.

## انتظاميه:

حڪومت جو ٻيو اهم شعبو يا شاخ ”انتظاميه“ آهي، جيڪا حڪومتي رٿائن ۽ پاليسين تي عمل ڪرائي ٿي ۽ اهو پڻ ڏسي ٿي ته قانونيه طرفان منظور ڪيل قانونن تي چڱيءَ طرح عمل ٿئي ٿو يا نه. پاڪستان ۾ انتظاميه، صدر، وزيراعظم، وزارتن ۽ سول ملازمتن تي ٻڌل آهي.

شڪل 12.2 حڪومت جي انتظامي شاخ يا شعبو

## صدر:

مملڪت جو سربراهه صدر آهي. صدر پاڪستان جي اتحاد جي علامت ۽ هٿياربند فوجن جو ڪمانڊر آهي. پارليامينٽ جي ٻنهي ايوانن (قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ) ۽ ملڪ جي سيني صوبائي اسيمبلين جا ميمبر، صدر جي چونڊ ڪندا آهن. صدر، وزيراعظم ۽ ڪابينه جي صلاح تي عمل ڪندو آهي. صدر جي مکيه ڪمن مان ڪي هي آهن:

- پاس ٿيل بلن تي صحيح ڪرڻ ته جيئن انهن کي قانون جي حيثيت حاصل ٿئي.
- پرڏيهي اڳواڻن جو استقبال ڪرڻ.
- پاڪستان لاءِ نمايان ڪارڪردگي ڏيکاريندڙن کي انعام ۽ تمغا ڏيڻ.

## وزيراعظم:

وفاقي حڪومت جو سربراهه وزيراعظم آهي. هو اڪثريتي قومي پارٽيءَ جو اڳواڻ هوندو آهي، جنهن کي اقتدار سونپيل هوندو آهي. وزيراعظم ڪابينه جي وزيرن جي چونڊ ڪندو آهي ۽ اهو وزارتن جهڙوڪ فنانس، پرڏيهي پاليسي ۽ بچاءَ لاءِ اهل ۽ موزون ميمبرن جي چونڊ ڪندو آهي.

## ڪابينه يا وزارت:

وزيراعظم ۽ سندس وزيرن جي ٽيم کي ڪابينه يا وزارت چئجي ٿو. ملڪ جي اهم مسئلن ۽ پاليسين جي باري ۾ پهريان وزارت فيصلا ڪندي آهي.

## پبلڪ يا سول (Civil) سروس:

هر وزارت ۾ ڪم ڪندڙ عملي کي پبلڪ يا سرڪاري ملازم سڏبو آهي. حڪومت جي روزمره جو سمورو ڪار وهنوار سرڪاري ملازم هلائين ٿا. انهن جي ڪمن ۾ هيٺيون ذميواريون اچي وڃن ٿيون:

- هنن جون جيڪي جوابداريون آهن انهن جو جائزو وٺڻ.
- نون قانونن جا مسودا تيار ڪرڻ جيڪي وزير پارليامينٽ ۾ بل جي صورت ۾ پيش ڪن ٿا.
- پنهنجي وزارتن جون بجيٽون ناهڻ وغيره.

## عدليه :

سپريم ڪورٽ ملڪ جي سڀ کان اعليٰ عدالت آهي. سپريم ڪورٽ، هاءِ ڪورٽون، ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن ڪورٽون ۽ انهن جون ماتحت عدالتون، جج ۽ محتسب سڀ گڏجي پاڪستان ۾ عدليه جي تشڪيل ڪن ٿا. عدليه جو سڀ کان اهم ڪم آهي شهرين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ ۽ قانون مطابق ڪيسن جو فيصلو ڪرڻ. قانون جي تشريح سان گڏ عدليه ناانصافيءَ تي ٻڌل يا انساني حقن جي ڀڃڪڙي ڪندڙ قانون کي رد ڪري ٿي.

اچو ڏسون ته ماتحت عدالتون ڪيئن ڪم ڪن ٿيون؟

### 1. ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن ڪورٽون :

هر ضلعي ۾ ڊسٽرڪٽ يا سيشن ڪورٽ قائم آهي. هي ڪورٽون پنهنجي صوبي جي هاءِ ڪورٽن جي انتظام هيٺ ڪم ڪن ٿيون. هنن عدالتن ۾ سول ۽ ڪرمنل ڪيس هلن ٿا. سول يا ديواني ڪيس ملڪيت جي جهيڙي يا شادي وغيره معاملن سان واسطو رکن ٿا. ڪرمنل يا فوجداري ڪيسن ۾ خون، هٿياربند ڌاڙا، چوريون وغيره شامل آهن.

### 2. هاءِ ڪورٽون

پاڪستان ۾ پنج هاءِ ڪورٽون آهن. ملڪ جي چئني صوبن جي گادين وارن شهرن ڪراچي، لاهور، پشاور ۽ ڪوئيٽا کان علاوه وفاقي گاديءَ واري هنڌ اسلام آباد ۾ هاءِ ڪورٽون قائم آهن. انهن ڪورٽن ۾ ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن ڪورٽن جي فيصلن خلاف اپيلون ٻڌيون وڃن ٿيون.

سنڌ هاءِ ڪورٽ

### 3. سپريم ڪورٽ:

سپريم ڪورٽ آف پاڪستان

پاڪستان ۾ هڪ ئي اعليٰ عدالت يعني سپريم ڪورٽ آهي، جنهن جو صدر دفتر اسلام آباد ۾ قائم آهي، ليڪن ان جون خصوصي بينچون صوبائي مرڪزن ۾ ڪيس هلائيندڙيون آهن. سپريم ڪورٽ جا هيٺيان ڪم آهن:

- وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن وچ ۾ تڪرارن ۽ نا اتفاقين جو نبيرو ڪرڻ.
- صوبن وچ ۾ اختلافن ۽ تڪرارن جو فيصلو ڪرڻ.
- هيٺين ڪورٽن جي فيصلن خلاف اپيلون ٻڌڻ.
- شهرين جي اهميت وارن معاملن، مسئلن ۽ تڪرارن جو پاڻمرادو نوٽيس وٺڻ ۽ ڪيس هلائڻ.
- جڏهن بہ وفاقي حڪومت ڪي قانوني مشورو يا صلاح گهرجي تہ اها سپريم ڪورٽ کان وٺي سگهي ٿي.

سپريم ڪورٽ جو فيصلو آخري هوندو آهي، جنهن جي پابندي سيني تي لازمي آهي.

شڪل 12.3پاڪستان ۾ عدليہ: مختلف سطحن تي مختلف عدالتون قائم آهن

**سرگرمي:**”انصاف لاءِ ضروري آهي تہ اهو انڌو هجي.“ هڪ ننڍڙي مضمون ۾ ٻڌايو تہ ائين ڇو هجي؟

## شهرين جا حق ۽ ذميواريون:

شهري معنيٰ ڪنهن ملڪ جو ميمبر يا اهم جزو ۽ حصو. ڇاڪاڻ تہ اسان پاڪستان جا شهري آهيون، تنهنڪري اسان کي ڪجهہ حق حاصل آهن ۽ اسان تي ڪي ذميواريون پڻ عائد ٿين ٿيون. اسان کي حق انهيءَ لاءِ مليل آهن تہ جيئن اسان پنهنجي ملڪ ۾ شان، مان ۽ آزاديءَ سان زندگي گذاري سگهون. 1973ع جي آئين موجب انهن حقن کي ”بنيادي حق“ ڄاڻايو ويو آهي. هيٺئين خاني ۾

ڏنل حقن کي پڙهو، جيڪي پاڪستان جي شهري هجڻ جي حيثيت سان اوهان کي حاصل آهن.

## شهرين جا حق:

- توهان کي جيئڻ ۽ آزاديءَ جو حق حاصل آهي.
- توهان کي حق آهي ته اوهان کي اهو ٻڌايو وڃي ته، اوهان کي ڇو گرفتار ڪيو ويو آهي؟ اوهان کي پنهنجي پسند جو وڪيل ڪرڻ جو حق مليل آهي.
- توهان کي هڪ انسان جي شان وٽان جيئڻ جو حق آهي. ڪوبه توهان کي غلام بنائي نه ٿو سگهي ۽ نه وري تشدد ذريعي مجبور ڪري سگهي ٿو ته اوهان ڪو ڪم ڪريو.
- توهان کي پاڪستان ۾ ڪٿي به رهڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ جو حق آهي.
- اوهان کي هر قسم جي جائز ڪاروبار يا ڌنڌي ڪرڻ جو حق آهي.
- توهان کي آزاديءَ سان ڳالهائڻ ۽ پنهنجي راءِ جي اظهار جو حق آهي.
- توهان کي پنهنجي مذهب تي هلڻ، عمل ڪرڻ ۽ تعليم ڏيڻ جو حق حاصل آهي.
- توهان کي ملڪيت رکڻ، ان جي خريد ۽ وڪري جي آزادي حاصل آهي.
- قانون جي نظر ۾ سڀ شهري برابر آهن، جن کي هڪجهڙو قانوني تحفظ حاصل آهي.
- توهان کي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي واڌاري لاءِ ڪوشش ڪرڻ جو حق آهي.

شڪل 12.4 پاڪستان ۾ شهرين جا حق

سڀني شهرين کي حق حاصل آهن. ان سان گڏ مٿن ڪي ذميواريون به عائد ٿين ٿيون. شهرين کي لازمي طور:

- ٻين جي حقن جو احترام ڪرڻو آهي.
- پنهنجي ڪميونٽي جي فلاح، بهبود ۽ ترقيءَ جي ڪوشش ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻو آهي.
- پنهنجي علم ۽ هنر کي استعمال ڪندي ملڪي ترقيءَ ۽ بهتريءَ ۾ حصو وٺڻو آهي.

ڪي ذميواريون قانون جي حيثيت رکن ٿيون. سڀني شهرين کي لازمي طور:

- پاڪستان سان وفادار رهڻو آهي.
- ٽيڪس ادا ڪرڻو آهي.
- پاڪستان جي قانونن جي پابندي ڪرڻي آهي.

## انساني حق (Human Rights):

اهي حق، جن جي ضمانت قانون ڏئي ٿو ۽ جيڪي عدالتن طرفان بحال ڪيا وڃن ٿا، تن کي قانوني حق چئجي ٿو، جيڪي مختلف ملڪن ۾ جدا جدا آهن ۽ قانون ۾ تبديلي اچڻ سان اهي پڻ بدلجن ٿا.

قانوني حقن کان علاوه اسان کي انساني حق پڻ حاصل آهن. اهي حق سڄي دنيا جي سڀني انسانن کي، انسان هئڻ جي ناتي حاصل آهن. انساني حق عالمگير آهن. انهن مان ڪيترا ساڳيا قانوني حقن جهڙا آهن. جهڙوڪ: اظهار ۽ راءِ جي آزاديءَ جو حق وغيره.

جيڪڏهن ڪو انساني حق، قانوني حق جاٽايل ناهي، تنهن هوندي بہ اهو حق اوهان کي حاصل آهي. اسان جي انساني حقن جو ذڪر ڪيترن دستاويزن ۾ موجود آهي، جن مان بہ اهم دستاويز هي آهن: انساني حقن جو عالمي منشور 1948ع ۽ ٻارن جي حقن جو ڪنوينشن 1989ع.

**سرگرمي:**
شڪل 12.4 ۾ جاٽايل هرهڪ حق لاءِ اوهان جي جوابداري ڪهڙي آهي؟

## سياسي پارٽين جو ڪردار:

سياسي پارٽيون ماڻهن جا اهڙا منظم گروهہ آهن، جيڪي ملڪ جي بهتري لاءِ ڪجهہ ڪرڻ گهرن ٿا. ائين ڪرڻ لاءِ اُهي عوام کي آماده ڪن ٿا تہ سندن پارٽيءَ ۾ شامل ٿين. پارٽيون پنهنجي ميمبرن مان چونڊن لاءِ اميدوار منتخب ڪنديون آهن. جيڪڏهن اهي چونڊون کٽي ويا تہ انهن کي اقتدار ملندو ۽ هو ملڪ ۽ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ جاري ڪيل "چونڊ منشور" تي عمل ڪري سگهندا ۽ اهڙا قانون ۽ پاليسيون جوڙيندا، جن سان ملڪ ترقي ڪري ۽ عوام خوشحال ٿئي.

سياسي پارٽين جا ڪجهہ اهم ڪم هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

1. عوام ڀاران ڳالهائڻ ۽ اهڙا ڪم ڪرڻ جن سان عوام جي خدمت ٿي سگهي.
2. عوام کي باشعور بڻائڻ ۽ انهن جي مسئلن جي حل لاءِ عام راءِ کي هموار ڪرڻ.
3. جڏهن اهي مخالف ڌر بڻجن تہ انهن کي حڪمران پارٽيءَ تي گهري نظر رکڻ کپي: ان لاءِ تہ حڪومت صحيح پاليسيون ۽ قدم کڻي.
4. بحران جي وقت يا هنگامي حالت ۾ جهڙوڪ: جنگ وغيره. سياسي پارٽيون عوام کي انتظام هيٺ هلڻ ۽ انهن جو حوصلو بلند رکڻ ۾ مدد ڪن ٿيون.
5. قومي ٻڌيءَ کي هٿي ڏين ٿيون، ڇاڪاڻ تہ اهي مختلف نسلن، مذهبن ۽ جنس جي ماڻهن کي هڪ پليٽ فارم تي آڻين ٿيون.

## اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو تہ وفاقي حڪومت جو ۽ ڪيئن قائم ٿئي ٿي؟ ان جي جوڙجڪ ۽ ڪم ڪهڙا آهن؟ وفاقي حڪومت جي ٽنهي شعبن جي ڪارڪردگي ڪهڙي آهي؟ خاص طور سان قانون ڪيئن ٺهي ٿو ۽ ان تي عمل ڪيئن ڪيو وڃي ٿو ۽ عدليہ ان جي تشريح ڪهڙيءَ ريت ڪري ٿي تہ جيئن شهرين جي حقن جو تحفظ ٿي سگهي. اسان اهو بہ پڙهيو تہ آئين ملڪ جو اعليٰ ترين قانون آهي ۽ ان ۾ هڪ اهڙو باب بہ آهي، جيڪو شهرين جي حقن جي ڳالهہ ڪري ٿو. اسان اهو بہ محسوس ڪيون ٿا تہ اسان کي پنهنجون ذميواريون پوريون ڪرڻيون آهن، ڇاڪاڻ تہ اها قانون جي تقاضا بہ آهي تہ پُرامن زندگي گذارڻ جو مهذب طريقو پڻ. اسان کي هڪ جمهوري سماج ۾ سياسي پارٽين جي ڪردار ۽ اهميت بابت بہ ڄاڻ حاصل ٿي آهي.

## مشق

**(الف) گهڻ – جوابي سوال- هر سوال هيٺان ڏنل جواب ڏنل آهن. توهان صحيح جواب تي(✓)جو نشان لڳايو.**

(i) حڪومت جون ڪيترين شاخون (شعبا) آهن؟

(الف) ٻه (ب) ٽي (ج) پنج

(ii) سينيٽ جو ٻيو نالو ڪهڙو آهي؟

(الف) هيٺيون ايوان (ب) مٿيون ايوان (ج) قومي اسيمبلي

(iii) پاڪستان ۾ پارليامينٽ جو ميمبر ٿيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ عمر جي حد ڪهڙي آهي؟

(الف) 25 سال (ب) 30 سال (ج) 35 سال

(iv) پاڪستان ۾ ڪيترين هاءِ ڪورٽون آهن؟

(الف) چار (ب) پنج (ج) ڏهه

(v) قومي اسيمبليءَ جو ڪهڙو ڪم آهي؟

(الف) قانون تي عمل ڪرائڻ (ب) قانونن جي تشريح ڪرڻ (ج) قانونن کي ٺاهڻ

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب لکو:**

-1 آئين ڇا آهي؟ آئين ڪنهن رياست لاءِ ڇو ضروري آهي؟

-2 حڪومت جي وفاقي سرشتي جون مکيه خاصيتون ۽ اهڃاڻ بيان ڪريو.

-3 ڪن ٻه ٽن سياسي پارٽين جا نالا انهن جي موجوده اڳواڻن جي نالن سميت لکو.

-4 ڪنهن جمهوري ملڪ ۾ سياسي پارٽيءَ جي ڪردار تي روشني وجهو.

-5 پاڪستان ۾ قانون سازي جي مرحليوار ترتيب بيان ڪريو.

-6 پاڪستان ۾ وفاقي سرڪار ۽ صوبائي حڪومتن وچ ۾ لاڳاپن بابت سمجهاڻي ڏيو.

-7 پاڪستان جي هاءِ ڪورٽن مٿان، سپريم ڪورٽ کي ڪهڙو اختيار آهي؟

-8 پاڪستان ۾ امن امان جي صورتحال کي کولي سمجهايو. ان کي بهتر بنائڻ ۽ سڌارڻ لاءِ اوهان ڪهڙيون تجويزون ڏيندؤ؟

-9 وفاقي حڪومت جي ٽن شعبن يا شاخن جا نالا لکو. هرهڪ شعبي جي خاص ڪمن بابت ڄاڻ ڏيو. هاڻي توهان انهن ڪمن جي ڀيٽ، چوٿين ڪلاس ۾ پڙهي آيل صوبائي حڪومتن جي ڪمن سان ڪريو.

-10 قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن جي چونڊ ڪهڙيءَ ريت ٿئي ٿي؟

-11 جمهوريت ۾ شهرين جي ڪردار بابت سمجهاڻي ڏيو.

-12 انساني حق ڇا ۽ ڪهڙا آهن؟ پاڪستان جي شهري هجڻ جي حيثيت سان اُهي توهان جي قانوني حقن کان ڪيئن مختلف آهن؟

-13 موجوده مسئلن (جهڙوڪ: جهالت ۽ امن امان وغيره) جي نشاندهي ڪريو ۽ ٻڌايو ته انهن مسئلن کي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ حڪومت ڇا ڪري رهي آهي؟

**(ج) خاڪو ناهيو.**

’الف‘ خاني ۾ پاڪستان جي آئين مان اهڙا پنج حق چونڊي لکو، جيڪي اوهان جي نظر ۾ ضروري آهن. ’ب‘ خاني ۾ ڄاڻايو تہ اهي حق ڇو ضروري آهن؟ ’ج‘ خاني ۾ ٻڌايو تہ جيڪڏهن اهي حق شهرين کي نہ مليا تہ ڇا ٿيندو؟

**(د) عملي ڪم:**

1- هڪ چارٽ ناهي ان ۾ ڄاڻايو تہ هرهڪ ڪورٽ جو ڪهڙو ڪم آهي؟ پاڪستان ۾ قائم مختلف عدالتن (ڪورٽن) جو هڪ ٻئي سان ڪهڙو لاڳاپو ۽ سنبنڌ آهي؟

2- اهڙي مسئلي جي نشاندهي ڪريو، جنهن سان اوهان جهڙن ٻارن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. ٻڌايو تہ حڪومت ان مسئلي جي حل لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون آهن؟ ڪنهن اين.جي.او يا سي.بي.او جي آفيس ۾ وڃي ڏسو. اهي ان مسئلي بابت ڇا ڪري رهيون آهن؟ ان مسئلي جي حل لاءِ مختلف طريقا تلاش ڪريو. صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبر (ايم.پي.اي) ڏانهن خط لکي ڪيس مسئلي کان آگاهہ ڪريو ۽ اهو پڻ ٻڌايو تہ اهو مسئلو ڪهڙيءَ ريت حل ٿي سگهي ٿو؟

3- شهرين کي پنهنجي ملڪ بابت چڱي خاصي معلومات هئڻ گهرجي. ”منهنجو ملڪ“ جي عنوان سان هڪ ڪتابڙو جوڙيو. ڪتاب ناهڻ يا لکڻ ۾ هيٺين هدايتن تي عمل ڪريو:

- پنهنجي ملڪ جو نقشو ناهيو يا ان کي ڪتان ڪٽي چنبڙايو. نقشي ۾ وفاقي ايڪاين کي ظاهر ڪريو. هرهڪ ايڪائيءَ جو نالو لکي ان جي گادي واري شهر کي ڏيکاريو.
- پنهنجي ملڪ جو جهنڊو ناهيو ۽ ان ۾ رنگ ڀريو.
- قومي لباس پاتل هڪ مرد، عورت ۽ ٻار جون تصويرون چنبڙايو يا ناهيو.
- ٽن مشهور عمارتن جون تصويرون چنبڙايو يا اهي ڪيو. انهن عمارتن جا نالا لکو ۽ ٻڌايو تہ اهي ڇو مشهور آهن؟
- ڏهين رپئي جو نوٽ چنبڙايو يا اهو ڪيو. نوٽ تي جيڪي ڊرائنگون آهن، انهن جي سمجهاڻي ڏيو.
- شهريءَ جي حيثيت ۾ توهان کي حاصل حقن مان ڪن بہ ٻن حقن جي چونڊ ڪريو. انهن حقن جي حوالي سان اسان تي جيڪي ذميواريون عائد ٿين ٿيون، اهي پڻ ٻڌايو.
- پاڪستان جي شهري هجڻ سان اوهان بهتر ڪان بهتر ڇا ٿا محسوس ڪيو؟ پنهنجا خيال لکو.

4- اخبارن جي مضمونن ۽ تصويرن تي ٻڌل اسڪريپ بڪ جوڙيو، جن ۾ انهن شهرين جو ذڪر هجي، جيڪي عوام جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. ڪميونٽيءَ جي مسئلن جي سلسلي ۾ توهان ڇا ٿا ڪري سگهو؟ انهن مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ جي نشاندهي ڪريو. ان ڪم ۾ پنهنجي ڪلاس وارن کي بہ همٿايو تہ اوهان سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيهن.

باب تيرهون

# ڪندَ – ڪيڙائو ۽ انهن جون ڪوجنائون ۽ دريافتون

## سِکيا جا نتيجا:

هن باب جي پڄاڻيءَ تي شاگرد هيٺيون ڳالهيون سمجهي سگهندا:

1- ڪوجنا ۽ ڳولي لهڻ جا ڪهڙا سبب آهن؟

2- ڪندِ ڪيڙائن جهڙوڪ: مارڪو پولو، ابنِ بطوطہ،ڪرسٽوفر ڪولمبس، واسڪو ڊي گاما ۽ نيل آرم اسٽرانگ جي ڪيل سفرن، ڪوجنائن ۽ ڳولا ڦولها بابت ٻڌائڻ.

3- ماضيءَ جي اهڙي جاکوڙ جا ڪهڙا نتيجا حاصل ٿيا؟

4- دنيا جي نقشي تي زميني توڙي سامونڊي سفرن جي رستن کي ڏيکارڻ.

5- ڪاهوڙين جي اهڙين ڪوشش لاءِ ڪيل محنت لاءِ ڪهڙين ڳالهين اُتساهه پيدا ڪيو؟

6- ڪنهن هڪ ڪند ڪيڙائو جي تجربن بابت ضمير غائب يعني ”هن“ جي طرز تي احوال مرتب ڪرڻ.

7- پنهنجي پسند جي سياح ۽ ڪندِ ڪيڙائو جي ڪاميابين ۽ مشڪلاتن کي معلوم ڪرڻ.

8- هن وقت تائين ٿيل ڪوجنائن ۽ دريافتن جي نتيجي ۾ مستقبل ۾ ٿيندڙ تبديلين ۽ وڌيڪ ڪوجنائن بابت اڳڪٿي ڪرڻ.

# ڪنڌ ڪيڙائو ۽ انهن جون دريافتون

تاريخ ۾ذائي تي تہ انسان هميشہ ان ڳالهہ جو ڳولائو رهيو آهي تہ نظر ايندڙ جبلن کان اڳتي ڇا آهي؟ پنهنجي ديس کان سواءِ ٻين ملڪن ۾ ماڻهو پنهنجي زندگي ڪيئن گذارين ٿا ۽ چنڊ تي پهچڻ ۽ اتي رهڻ ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ ماضيءَ ۾ اهڙا ماڻهو ٿي گذريا آهن، جن نوان ماڳ، نيون جايون، نيون شيون، پکي، جانور، ٻوٽا ۽ غذائي جنسون ڳولي لڌيون ۽ انهن کي پنهنجي دنيا ۾ متعارف ڪرايو. اهڙن جاکوڙي انسانن کي ڪنڌ ڪيڙائو، سياح ۽ ڪاهوڙي سڏجي ٿو.

دنيا جي تاريخ اهڙن ڪنڌ ڪيڙائن، بهادر عورتن ۽ مردن سان ڀري پئي آهي جن علم ۽ دولت خاطر اڻ ڄاتل ڏيهن ڏي اٽانگا سفر ڪيا ۽ نوان ملڪ، نيون شيون ڳولي لڌيون. اڄ بہ اهڙا بي ڊپا انسان موجود آهن، جن پنهنجون حياتيون نين شين جي تلاش لاءِ وقف ڪري ڇڏيون آهن ۽ علم ۽ ڄاڻ جي ڳولا ۾ مصروف آهن.

## ماڻهو جاکوڙ، ڳولا ڦولها ۽ مهم جوئي ڇو ٿا ڪن؟

تلاش، دريافت ۽ کوجنا جا ڪيترا ئي سبب آهن. انهن مان ڪجهہ هيٺ ڏجن ٿا:

(i) **واپار:** ڪيترن ملڪن جا بادشاهہ ”سامونڊين“ جي مدد ڪندا هئا تہ اهي نون واپاري پائيوارن، نون واپاري رستن ۽ نون واپاري شين جي ڳولا ڪن. واسڪو ڊي گاما ۽ ڪولمبس اهڙا ڪنڌ ڪيڙائو هئا.

(ii) **سون:** اڪثر دريافت ڪندڙ دولت ۽ خزاني لاءِ جوکم جهڙا سفر ڪندا هئا. ڪانڪئسٽاڊورز (Conquistadors) بنيادي طور سون ۽ چاندي لاءِ سفر ڪيو ۽ مقامي آمريڪين کي شڪست ڏئي مٿن قبضو ڪيو.

(iii) **سائنس:** اڪثر ڪنڌ ڪيڙائو سائنسدان بہ هئا، جن قدرت جو مطالعو ڪرڻ لاءِ سفر ڪيا. انهن کي نون ٻوٽن ۽ نون جانورن جي ڳولا هئي.

(iv) **زمين:** ڪيترن ملڪن جي ڪنڌ ڪيڙائن، ٻين جي علائقن تي قبضو ڪري پنهنجي ملڪ جي ايراضيءَ ۾ واڌارو آندو. اسپين، پورچوگال ۽ برطانيہ وارن ٻاهرين دنيا جي ڪيترن علائقن تي قبضو ڪري پنهنجون ڪالونيون ٺاهيون ۽ انهن جي قدرتي ذريعن کي پنهنجي خوشحاليءَ لاءِ استعمال ڪيو.

(v) **چئلينج يا للڪار:** ڪيترا اهڙا ڪنڌ ڪيڙائو بہ هئا، جن پنهنجي صلاحيتن کي آزمائڻ لاءِ دريافت لاءِ سفر ڪيا. انهن کي اهو جُنون هو، تہ دنيا ۾ اُهي پهريان ماڻهو هجن جن اهي ڪارناما سرانجام ڏنا هجن. اتر ۽ ڏکڻ قطبن تي وڃڻ، ايوريسٽ چوٽيءَ تي پهچڻ ۽ چنڊ تي پند ڪرڻ اهڙا غير معمولي ڪم آهن.

**ڇا توهان کي خبر آهي؟**

ڪنڌ ڪيڙائن يا دريافت جو دور 15 ۽ 17 صدين ۾ ٿيو. يورپ جي ڪيترن ملڪن پنهنجي سياحن، ملاحن ۽ کوجنا ڪندڙن کي همٿايو تہ اهي نوان ملڪ ڳولي لهن، نوان واپاري رستا تلاش ڪن، خزانا هٿ ڪن ۽ پنهنجي ملڪن لاءِ ٻين علائقن تي قبضو ڪن. هن دور ۾ سڄي دنيا جا نقشا نهي ويا ۽ دنيا جي ڪيترين تهذيبن جو هڪ ٻئي سان رابطو ٿيو.

**سرگرمي:** ماضيءَ ۾ ڪنڌ ڪيڙائن ڪهڙي مقصد خاطر اٽانگا سفر ڪيا؟

# دنيا جا مشهور جاڪوڙي ۽ ڪنڊ ڪيڙائو:

اينديڙ ڪجهه صفحن ۾ اسان مشهور ڪنڊ ڪيڙائن، سياحن ۽ جاڪوڙي انسانن جي حياتي ۽ ڪارنامن بابت پڙهنداسين، جهڙوڪ: مارڪو پولو، ابنِ بطوطہ، ڪرسٽوفر ڪولمبس، واسڪو ڊي گاما، ايڊمنڊ هلاري ۽ نيل آرم اسٽرانگ.

## مارڪو پولو:

مارڪو پولو

**ڏنڊو:** ڪنڊ ڪيڙائو ۽ سياح
**جنم:** 1254ع ۾ اٽليءَ جي شهر وينس ۾ ڄائو.
**وفات:** 8 جنوري 1324ع تي، وينس ۾ گذاري ويو.
**مشهوريءَ جا ڪارڻ:** چين ۽ ڏور اوڀر جي سفرن جي ڪري ڏاڍو مشهور آهي.

مارڪو پولو مشهور واپاري ۽ سياح هو جنهن سڄي حياتي چين ۽ ڏور اوڀر جا ڪيترا سفر ڪيا. قديم چين جي باري ۾ يورپ وارن کي گهڻي معلومات مارڪو پولو جي سفري داستانن مان پئي. انهن ڏينهن ۾ وينس (Venice) مشهور واپاري شهر هو. مارڪو جو پيءُ واپاري هو. تنهن زماني ۾ ڪي ٿورڙا ماڻهو ايڏو وڏو سفر ڪري چين سان واپار ڪندا هئا. مارڪو جو پيءُ ڪوجنائي ذهن رکندو هو. هن چاهيو پئي تہ هو تڪليفون سهي بہ اهو ڪجهہ ڪري ڏيکاري، جيڪو ٻيا ڪري نہ سگهيا. مارڪو جي پيءُ چين ولايت سان واپار ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو ۽ هتان جون شيون چين ۾ ۽ چين جون شيون وينس ۾ وڪرو ڪرڻ لاءِ سفر جون تياريون ڪيون. 1260ع ۾ هنن پنهنجي سفر جو آغاز ڪيو ۽ 9 سالن کان پوءِ 1269ع ۾ واپس وطن پهتا. ٻن سالن کان پوءِ هو وري چين جي سفر تي سنبريا ۽ هن ڀيري مارڪو پڻ ساڻن گڏ هو. ٽن سالن کان پوءِ هو چين جي حاڪم قبلائي خان جي دربار ۾ پهتا. رستي ويندي مارڪو يروشلم جو پاڪ شهر، هندوڪش جبل، ايران ۽ گوبيءَ جو ريگستان ڏٺو. هن ڪيترن ماڻهن سان ملاقاتون ڪيون ۽ ڪيتريون مهمون سَرڪيون.

مارڪو ڪيترا ورهيہ چين ۾ گذاريا ۽ چيني ٻولي ڳالهائڻ سکيو. قبلائي خان جي نياپي نيندڙ ۽ جاسوس جي حيثيت سان هن سڄي ملڪ جو سير ڪيو. هو چين جي ڏاکڻي طرف بہ ويو جتي اڄڪلهہ ميانمار (برما) ۽ ويٽنام جا ملڪ آهن. انهن سفرن ۾ هن کي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ ثقافت بابت ڪافي ڄاڻ حاصل ٿي. هن اهي هنڌ ۽ شيون ڏٺيون، جيڪي هن کان اڳ ڪنهن بہ يورپيءَ نہ ڏٺيون هيون. ڪاڏي کان وني ماڻهو، جانور جهڙوڪ: ٻن مانس ۽ گينڊا وغيره يورپي ماڻهن لاءِ نوان ۽ حيرت ۾ وجهندڙ هئا، جن جي باري ۾ مارڪو ڏاڍي دلچسپ معلومات گڏ ڪئي هئي. مارڪو پولو، قبلائي خان جي دربار جي شان شوڪت ۽ چين جي شهرن جي

شاهوڪاري ۽ عيش آرام واري زندگيءَ کان ڏاڍو متاثر ٿيو. هن اهڙو اوج يورپ ۾ ڪين ڏٺو هو.

20 سالن جي مسافرين کان پوءِ، هن پنهنجي پيءُ ۽ چاچي سان گڏ وطن واپس ورڻ جو فيصلو ڪيو. 1295ع ۾ هو وينس پهتا. ٿورن سالن کان پوءِ وينس جي جينوا (Genoa) شهر وارن سان جنگ لڳي، جنهن ۾ مارڪو گرفتار ٿيو. قيد ۾ هن پنهنجي سفرن جي ڪهاڻي هڪ ليکڪ کي ٻڌائي، جنهن سمورو داستان هڪ ڪتاب ۾ قلمبند ڪيو، جيڪو ”مارڪو پولو جا سفر“ جي نالي سان مشهور ٿيو. هيءُ ڪتاب بيحد پسند ڪيو ويو ۽ ان جا ترجما ڪيترين ٻولين ۾ ٿيا. يورپ ۾ ته هيءُ ڪتاب ڏاڍي شوق سان پڙهجڻ لڳو. قبلائي خان جي زوال کان پوءِ چين تي مِنگ (Ming) گهراڻي جي حڪومت هئي. هنن پرڏيهي ماڻهن کي ملڪ لاءِ خطرو سمجهي انهن جي اچڻ تي پابندي مڙهي ڇڏي، ان ڪري مارڪو پولو جو ڪتاب اجان وڌيڪ مقبول ٿيو جو چين جي باري ۾ معلومات جو اهو واحد ذريعو هو.

**سرگرمي:** نقشي ۾ مارڪو پولو جو سفري رستو ڏسو. دنيا جي اڄوڪي نقشي تي اهي هنڌ ڇاڻايو، جتي جتي مارڪو پولو ويو هو.

## اِبنِ بطوط:

**ڌنڌو:** ڪنڌ ڪيڙائو ۽ سياح

**جنم:** 1304ع ۾ مراڪش جي شهر تنجير ۾ ڄائو.

**وفات:** 1377ع ڌاري مراڪش ۾ گذاري ويو.

**مشهوريءَ جا ڪارڻ:** دنيا جي مختلف ڪنڊن ۾ 25 سال سفر ڪيائين.

> **ڇا توهان کي خبر آهي؟**
> اِبنِ بطوط دنيا جي چوڌاري 1,20,000 ڪلوميٽر سفر ڪيو.

محمد ابن عبدالله ابن بطوط 1304ع ۾ مراڪش جي شهر تنجير ۾ ڄائو. هن جو تعلق بربر قبيلي سان هو. هو دنيا جو وڏو سياح تي ڳڻيو آهي. 1325ع ۾ ايڪيهن سالن جي ڄمار ۾ هو حج ڪرڻ لاءِ مڪي پاڪ ڏانهن روانو ٿيو. اتر آفريڪا جي سامونڊي ڪناري سان خشڪيءَ رستي هن پنهنجي سفر جي شروعات ڪئي. واٽ تي هن الجيريا ۽ تيونس جا ملڪ ڏٺا. 1326ع ۾ اِبنِ بطوط مصر پهتو. ان بعد شام ويو، جتان ڪان مديني منوره تائين هن کي قافلو مليو. مديني پاڪ ۾ ڪجهه ڏينهن رهڻ کان پوءِ هو مڪي شريف حج لاءِ روانو ٿيو.

اِبنِ بطوط چاهيو پئي ته هو سياحت ڪري، سکيا وٺي، لکي پڙهي ۽ پڙهائي. مڪي کان روانگي کان پوءِ 25 سالن تائين هو سفر ڪندو رهيو. پنهنجي سفر دوران هن ڪيترن مسلم توڙي غير مسلم ملڪن جو سير ڪيو، جن ۾ اوير يورپ، وچ اوير، ڏکڻ ايشيا، وچ ايشيا، ڏکڻ اوير ايشيا ۽ چين اچي ٿا وڃن.

محمد بن تغلق جي دورِ حڪومت ۾ هو دهلي پهتو. اِبنِ بطوط اسلامي فقه جو وڏو ڄاڻو هو، تنهنڪري محمد بن تغلق هن کي قاضي (جج) مقرر ڪيو.

**سرگرمي:** دنيا جي نقشي تي اهي ملڪ ڏيکاريو، جن جو ابنِ بطوط سير ڪيو.

## ڪرسٽوفر ڪولمبس:

ڪرسٽوفر ڪولمبس

ڌنڌو: ڪند ڪيڙائو

جنم: 1451ع جنيوا – اٽلي ۾ جائو

وفات: 20 مئي 1506ع

مشهوريءَ جا ڪارڻ: آمريڪا ڳولي لڌائين

پنهنجن چئن سامونڊي سفرن ۾ ڪرسٽوفر ڪولمبس جو ورتل رستو

ڪرسٽوفر ڪولمبس اهڙو ڪند ڪيڙائو آهي، جنهن آمريڪا ڳولي لڌي. بيشڪ آمريڪا جي زمين تي اڳ به ماڻهو رهندا هئا، جن کي ”مقامي آمريڪي لوڪ“ سڏجي ٿو. ڪولمبس کان اڳ يورپ جي بين ماڻهن به آمريڪا ڪند تي قدم رکيا، پر ڪولمبس جي سامونڊي سفر کان پوءِ ئي يورپ جي ماڻهن آمريڪا جي ڳولا ڪئي ۽ اتي آباد ٿيڻ جون تياريون ڪيون.

ڪولمبس لزبن (پورچوگال) ۾ واپار شروع ڪيو، جتي هن نقشا ناهڻ سکيا ۽ سامونڊي جهازن هلائڻ جي مهارت حاصل ڪئي. ڪولمبس ۽ سندس ڀاءُ بارتو لوميو کي خبر هئي ته چين ۽ اوڀر ايشيا دولت سان مالا مال آهي. سلڪ روڊ (Silk Road) رستي سفر خطرناڪ ۽ آفريڪا چوڌاري سمند رستي ڦرڻ ۾ ڏاڍو ڏکيو سفر ڪرڻو پئي پيو. ڪولمبس سمجهيو ته هو ائٽلانٽڪ سمنڊ ٽپي سڌو چين پهچندو، پر هو ان ۾ غلط ثابت ٿيو. يورپ ۽ ايشيا ۾ بيو خشڪيءَ وارو علائقو به هو يعني آمريڪاز (Americas).

پنهنجي سامونڊي سفر لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ ۾ ڪولمبس کي ڪئين سال لڳي ويا. آخرڪار هو اسپين جي راڻي ازابيلا ۽ بادشاهه فرڊيننڊ کي سفر جو خرچ برداشت ڪرڻ لاءِ راضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

12 آگسٽ 1492ع تي ٽي جهاز، نينا (Nina)، پنٽا (Pinta) ۽ سينٽا ماريا (Santa Maria) ساڻ ڪري ڪولمبس سامونڊي سفر تي روانو ٿيو. هيءُ سفر ڏاڍو ڏکيو ۽ ڏکو ثابت ٿيو. هن سان گڏ سفر ڪندڙن ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن ڪولمبس واپسي جو رستو اختيار نه ڪيو ته هُو بغاوت ڪندا. ڪولمبس هنن سان واعدو ڪيو ته جيڪڏهن ٻن ڏينهن ۾ زمين جو ٽڪرو هٿ نه آيو ته هو واپسي جي راهه وٺندو. اهو باهاما جو هڪ ننڍڙو ٻيٽ هو، جنهن کي ڪولمبس سان سالويدار (San Salvador) جو نالو ڏنو. اتان جي ماڻهن کي هن اِنڊينس (Indians) سڏيو ڇاڪاڻ ته هن کي پڪ هئي ته جنهن سرزمين تي هن پير رکيو آهي، اهي هندستان (انڊيا) ڪان پرانهان جا ٻيٽ آهن.

اسپين ڏانهن واپس ورڻ تي ڪولمبس جو هڪ هيرو جهڙو استقبال ٿيو. هن اسپين جي بادشاهه جي خدمت ۾ عجيب شيون، ميوا، پکي ۽ اتان جا پڪڙيل ڪجهه ماڻهو پيش ڪيا. ميون ۾ پائين ايپل ۽ پکين ۾ ترڪي (Turkey) پڻ شامل هئا، جيڪي يورپ جي ماڻهن اڳ ڪڏهن ڪين ڏٺا هئا. بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٻين مهمن لاءِ پئسا ڏيڻ جو واعدو ڪيو.

پنهنجي پهرين سامونڊي سفر کان پوءِ ڪولمبس آمريڪا ڏانهن ٽي ٻيا سفر پڻ ڪيا. هن ڪئريبين (Caribbean) جو ڪجھ علائقو ۽ آمريڪا جي مکيه سرزمين ڳولي لڌي. ڪولمبس 20 مئي 1506ع تي گذاري ويو. هن ليکي ته هو ائٽلانٽڪ سمنڊ پار ڪري، ايشيا ڏانهن مختصر رستو ڳولي لهڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. هن کي اها بلڪل خبر نه هئي ته جيڪا نئين سرزمين هن ڳولي لڌي آهي، اُها آمريڪا آهي.

## واسڪو ڊي گاما:

واسڪو ڊي گاما جي سامونڊي سفر جو رستو

ڌنڌو: ڪند ڪيڙائو
جنم: پورچوگال جي شهر سائنز ۾ 1460ع ۾ ڄائو.
وفات: 23 ڊسمبر 1524ع ڪوچي، هندستان
مشهوريءَ جو ڪارڻ: پهريون يورپي جيڪو آفريڪاجيچوڌاري ڦري يورپ کان هندستان پهتو.

پورچوگال جي سامونڊي ڪناري واري هڪ ننڍڙي شهر سائنز (Sines) ۾ واسڪو ڊي گاما جنم ورتو. هن جو پيءُ امير هو جنهن کي سير سفر ۽ سياحت جو شوق هو. هو پنهنجي پيءُ جي نقشِ قدم تي هليو ۽ بادشاهه جي نالي سامونڊي جهازن تي سفر شروع ڪيائين. يورپ ۾ هندستاني گرم مصالحا ڏاڍا پسند ڪيا ٿي ويا، پر هندستان تائين وڃڻ جو فقط خشڪيءَ وارو رستو معلوم هو جيڪو بيحد ڏکيو ۽ مهانگو هو. پورچوگال جي بادشاهه جو خيال هو ته جيڪڏهن سامونڊي رستي جي خبر پئجي وڃي ته هندستان سان واپار ذريعي هو ڏاڍو مالدار ٿي ويندو. هڪ ٻئي ڪند ڪيڙائو، بارٿو لوميو ڊائس، ڪيپ آف گڊ هوپ وٽ آفريڪا جو هيٺانهون چيڙو ڳولي لڌو هو. ڪيپٽن جو خيال هو ته ڪيپ کان اڳتي، هندستان ڏانهن رستو ملي ويندو پر گهڻن کي انهيءَ ۾ شڪ هو ته هندي وڏو سمنڊ ڪو ائٽلانٽڪ سمنڊ سان مليل آهي. پورچوگال جي بادشاهه، واسڪو ڊي گاما کي آرماڙ (جهازن جو جٿو) ڏئي سامونڊي سفر تي روانو ڪيو، ته جيئن هو ڪيپ آف گڊ هوپ لتاڙي، هندستان ڏانهن سامونڊي رستو ڳولي لهي. ڪيس اهو به چيو ويو ته رستي تي واپاري موقعا به تلاش ڪري. 8 جولاءِ 1497ع تي واسڪو ڊي گاما، 170 ماڻهو ۽ چار سامونڊي جهاز ساڻ ڪري پورچوگال جي شهر لزبن کان پنهنجو پهريون سامونڊي سفر شروع ڪيو.

22 نومبر 1497ع تي هنن، آفريڪا جي ڏاکڻي چيڙي، ڪيپ آف گڊ هوپ وٽان گول ڦيرو ڪيو ۽ آفريڪا جي اترئين طرف ساحلي ڪناري سان اڳتي وڌيا. رستي تي هو ممباسا ۽ مالندي جي واپاري بندرن تي ترسيا. مالنديءَ تي هنن کي مقامي ملاح ۽ گائيڊ ملي ويو، جنهن کي هندستان ڏانهن وڃڻ جي سامونڊي رستي جي ڄاڻ هئي. چؤماسي هوائن جي مدد سان هو هندي وڏو سمنڊ لتاڙي ڪاليڪٽ (Calicut) پهتا جتي پهچڻ ۾ هنن کي هڪ مهيني کان به گهٽ عرصو لڳو.

هندستان کان پورچوگال واپس ورڻ وارو سفر تباهيءَ وارو ثابت ٿيو. عملي جا لڳ ڀڳ اڌ ماڻهو بيماريءَ سبب مري ويا ۽ واپس ٿيڻ ۾ مشڪلاتن جي ڪري وقت به گهڻو لڳو. واسڪو ڊي گاما جو وطن پهچڻ تي شاندار استقبال ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته هن هندستان سان واپار جو نئون رستو ڳولهي لڌو هو.

ان بعد هن ٻه ٻيا سفر به ڪيا. ٻيو سفر فوجي مهم جوئي هئي. هن عربن جي جهازن تي قبضو ڪيو ۽ پورچوگيزن جي بحري طاقت جو مظاهرو ڪري ڌاڪو ڄمايو.

ٽئين سفر ۾ واسڪو ڊي گاما پورچوگال طرفان هندستان ۾ وائسراءِ مقرر ٿي آيو، پر هندستان پهچندي ئي هن کي مليريا ٿي پئي ۽ هو گذاري ويو.

**سرگرمي:** واسڪو ڊي گاما يورپ کان هندستان پهچڻ جو سامونڊي رستو ڳولي لڌو. ٻڌايو ته ان جو يورپ ۽ هندستان تي ڪهڙو اثر پيو؟

**دلچسپ حقيقت:** چنڊ تي هڪ کڏي يا کڏ جو نالو واسڪو ڊي گاما رکيو ويو آهي.

## سر ايڊمنڊ هلاري :

سر ايڊمنڊ هلاري مشهور سياح، ڪنڌ ڪيڙائو ۽ جابلو چاڙهيون چڙهندڙ هو. شيرپا تينزنگ نارگي سان گڏ هيءُ دنيا جو پهريون ماڻهو هو، جيڪو ايوريسٽ جي چوٽيءَ تي پهتو. ايوريسٽ جي چوٽي دنيا جي بلند ترين جابلو جاءِ آهي.

ايڊمنڊ هلاري نيوزيلينڊ ۾ ڄائو. هن کي جابلو چاڙهيون چڙهڻ جو شوق ننڍي عمر کان هو. 20 سالن جي عمر ۾ هن پهرين جابلو چاڙهي فتح ڪئي. هن پنهنجي انهيءَ شوق کي جاري رکيو ۽ وڏن وڏن جبلن جي چوٽين تي چڙهندو رهيو.

1953ع ۾ برطانيه کي ايوريسٽ جبل جي اتانهين چوٽيءَ جي چڙهڻ جي منظوري ملي. نيپال جي حڪومت جتي ايوريسٽ جي چوٽي آهي، سال ۾ فقط هڪ مهم جي موڪل ڏني.

سر هلاري ۽ شيرپا تينزنگ

ڏنتو: ڪنڌ ڪيڙائو ۽ جابلو چاڙهيون چڙهندڙ
جنم: 20 جولاءِ 1919ع تي نيوزيلينڊ جي شهر آڪلينڊ ۾ ڄائو.
وفات: 11 جنوري 2008ع تي آڪلينڊ ۾ گذاري ويو.
مشهوريءَ جو ڪارڻ: پهريون شخص جنهن دنيا جي اتانهين چوٽي ايوريسٽ کي فتح ڪيو.

مهم جي اڳواڻ جان هنٽ، هلاري کي صلاح ڪئي تہ هو مهم جو حصو بنجي. ايوريسٽ جهڙي اتانهين چوٽيءَ تي رسڻ لاءِ ماڻهن جي ڪيترين ٽولين جي ضرورت هوندي آهي. هن مهم ۾ اٽڪل 400 ماڻهو شامل هئا. هنن درجي بہ درجي اڳتي وڌڻ شروع ڪيو. هر هفتي،

ماؤنٽ ايوريسٽ

متي ڪان متي ڪيمپون لڳائي جبل تي چڙهڻ لڳا. اهڙيءَ ريت پنهنجو پاڻ کي اتانهين ماحول ڪان روشناس ڪندا رهيا. جيئن جيئن اڳتي تي وڌيا، تيئن ڪيمپن ۾ ماڻهن جو تعداد گهٽجندو پئي ويو. جبل جي اتانهين ۽ آخري ڪيمپ تائين بہ ٽيمون پهتيون. هڪ ٽيم ۾ ايڊمنڊ هلاري ۽ تينزنگ نارگي ۽ ٻيءَ ۾ ٽام بورڊلن ۽ چارلس ايوانس هو. بورڊلن ۽ ايوانس جي ٽيم چوٽيءَ تي چڙهڻ جي ڪوشش پهريان ڪئي، پر اهي اتي پهچي نہ سگهيا. هو چوٽيءَ کان اٽڪل 100 ميٽر هيٺ هئا ۽ اتان ئي واپس ٿيا.

28 مئي 1953ع تي هلاري ۽ تينزنگ کي چوٽيءَ تي چڙهڻ جو موقعو مليو. هنن کي ڪجھ مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پيو، خاص ڪري 12 ميٽرن جي هڪ ٽڪري، پٽ بنجي سندن رستو روڪي ڇڏيو. ان کي "هلاريءَ جو ڏاڪو" چئجي ٿو، پر هنن ان کي پار ڪيو ۽ آخرڪار چوٽيءَ کي فتح ڪري ڏيکاريائون. اهي دنيا جي بلند ترين چوٽيءَ تي رسڻ وارا پهريان انسان هئا. جيئن تہ اتي هوا بنھ هلڪي ۽ باريڪ هئي، تنهنڪري هو اتي ڪجھ منٽن لاءِ ترسي سگهيا ۽ ترت ئي هيٺ لهڻ شروع ڪيائون. هيٺ اچي هنن دنيا کي پنهنجي هن عظيم ڪارنامي بابت ٻڌايو.

## نيل آرم اسٽرانگ:

نيل آرم اسٽرانگ

ڌنڌو: خلاباز

پيدائش: 5 آگسٽ 1930ع آمريڪا

وفات: 25 آگسٽ 2012ع آمريڪا

مشهوريءَ جو ڪارڻ: پهريون ماڻهو جنهن چنڊ تي قدم رکيو

ايڊون ايلڊرن ۽ آمريڪا جو جهنڊو

نيل کي هوا ۾ اڏامڻ ڪرڻ جو شوق ان گهڙيءَ کان شروع ٿيو، جڏهن هن جو پيءُ هن کي هڪ "ايئر شو" (Air Show) ۾ وٺي ويو. هن پڪو پهه ڪيو تہ هو پائلٽ ٿيندو. 15 سالن جي عمر ۾ هن کي پائلٽيءَ جو لیسن ملي ويو.

آرم اسٽرانگ پرڊيو (Purdue) يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ ويو، جتان "ايرو اسپيس انجنيئرنگ" ۾ بيچلرز جي ڊگري حاصل ڪيائين. بعد ۾ هن ماسٽرز جي ڊگري سدرن ڪيليفورنيا جي يونيورسٽيءَ مان ورتي. نيل نيوي ۾ شموليت ڪئي ۽ فائيٽر پائلٽ بڻيو. هن ڪوريا جي لڙائيءَ ۾ حصو ورتو. هوائي جهاز بردار ساموندي جهاز تان هن فائيٽر اڏايا. هڪ ڀيري هن جو جهاز دشمن جي بارودي

گولي جو نشانو بنيو، پر هو سلامتيءَ سان جهاز کان ٻاهر نڪري آيو ۽ بچي ويو.

ڪاليج مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ آرم اسٽرانگ ٽيسٽ (آزمائشي) پائلٽ ٿيو. هن ڪيترا ئي مختلف جهاز اڏايا ۽ ٻڌايو تہ انهن جي اڏام جي صلاحيت ڪهڙي ۽ ڪيتري آهي. اهو ڏاڍو خطرناڪ ڪم هو، ليڪن ان ۾ دلڪشي ۽ تجسس شامل هو. هن پنهنجي ڪم دوران گهٽ ۾ گهٽ 200 مختلف قسمن جا جهاز اڏايا.

آرم اسٽرانگ خلاباز ٿيڻ لاءِ (Astronaut) درخواست ڏني. سيپٽمبر 1962ع تي هن کي ناسا (NASA) جي خلاباز ڪور لاءِ چونڊيو ويو. هن کي ڪيترين سخت جسماني آزمائشن مان گذرڻو پيو، جيڪي هن ڪاميابيءَ سان پاس ڪيون ۽ هو ناسا جو خلاباز بنجي ويو. 23 ڊسمبر 1968ع تي نيل کي اپالو-11 (Apollo 11) جي ڪمانڊ سنيالڻ جي آڇ ڪئي وئي. چنڊ تي انسان جي پهچڻ جي اها پهرين ڪوشش هئي. اها آمريڪا لاءِ ڏاڍي جوش ۽ جذبي جي گهڙي هئي. آمريڪا جو روس سان، چنڊ تي انسان جي قدم رکڻ تي سخت مقابلو ٿي رهيو هو. جيڪڏهن نيل آرم اسٽرانگ ڪامياب ٿي ٿي ويو تہ هو دنيا جو واحد شخص ليکيو پيو وڃي.

مهينن جي تياريءَ کان پوءِ 16 جولاءِ 1969ع تي فلوريڊا جي ڪينيڊي اسپيس سينٽر تان خلائي جهاز اپالو 11 کي خلا ۾ موڪليو ويو. خلائي جهاز ۾ ٽي ڄڻا سوار هئا: نيل آرم اسٽرانگ، ايڊون ايلڊرن ۽ مائيڪل ڪولنس. اڏام دوران اهڙو مرحلو بہ آيو جو نيل کي جسماني طور اڏام تي ضابطو رکڻو پيو. رٿا ۾ اهو شامل نہ هو. جيڪڏهن جهاز جي لهڻ ۾ دير ٿئي ها تہ تيل جي کوٽ ٿي پئي ها. چنڊ تي پهچڻ جي ڪوشش ڪامياب ٿي. اتي پهچندي آرم اسٽرانگ چيو: ”هائوسٽن، هيءَ ٽرينڪئيلٽي بيس (Tranquility Base) آهي.

اپالو 11، ليونر (چنڊ) ماڊيول —ايگل چنڊ مٿان

ايگل چنڊ تي لهي چڪو آهي.“ خلائي جهاز مان پهريون شخص نيل آرم اسٽرانگ هو جيڪو چنڊ تي لٿو ۽ اتي هليو. اها غير معمولي تاريخ 21 جولاءِ 1969ع هئي. چنڊ تي پهچڻ وقت هن جا مشهور لفظ هيءُ هئا: ”انسان جو اهو ننڍڙو قسم انسان ذات لاءِ وڏي ڇلانگ آهي.“ ايڊون ايلڊرن پڻ چنڊ تي لهي هليو.

اهي چنڊ تي 21 ڪلاڪن تائين هيا. هنن چنڊ جا پٿر گڏ ڪيا ۽ پاڻ سان کڻي آيا. جڏهن چنڊ گاڏي ايگل چنڊ تي ئي هئي تہ ٽيون خلاباز مائيڪل ڪولنس، خلائي جهاز ۾ چنڊ جي چوڌاري ڦري رهيو هو. ٽئي خلاباز 24 جولاءِ 1969ع تي خير سان ڌرتيءَ تي واپس آيا.

## ڇا توهان کي خبر آهي؟

- 600 ملين ماڻهن چنڊ تي هلڻ واري پهرين انسان کي ٽي.وي تي ڏٺو.
- نيل آرم اسٽرانگ ۽ ايڊون ايلڊرن جي پيرن جا نشان اڄ تائين چنڊ تي موجود آهن. اتي مٽي گهاٽي ۽ ڳوڙهي آهي پر هوا ڪانهي، تنهن ڪري نشان نٿا ميسارجن.

## ثمينہ خيال بيگ:

ثمينہ خيال بيگ

ڏنتو: کنڊ کيڙائو، سياح ۽ جابلو چاڙهيون چڙهندڙ.

جنم: 19 سيپٽمبر 1990ع تي هنزه پاڪستان ۾ ٿيو.

مشهوريءَ جو ڪارڻ: پهرين پاڪستاني عورت جنهن 19 مئي 2013ع تي ايوريسٽ چوٽيءَ کي فتح ڪيو.

ايوريسٽ چوٽيءَ تي پهچڻ جي رستي جو عڪس

ثمينہ خيال بيگ 19 سيپٽمبر 1990ع تي، هنزه جي هڪ ڳوٺڙي شمشال ۾ ڄائي. هنزه گلگت – بلتستان جي علائقي ۾ آهي. هوءَ اجا ڇئن ورهين جي ئي هئي تہ هن جبلن تي چڙهڻ شروع ڪيو. هوءَ جڏهن 15 سالن جي ٿي تہ هن جبلن تي چڙهڻ جي باقاعدي تربيت پنهنجي ڀاءُ مرزا علي کان ورتي. 2009ع ۾ هوءَ پروفيشنل مائونٽ ڪلائيمبر (پيشيور جبلن تي چڙهندڙ ) ٿي وئي. 2010ع ۾ هن چاشڪن سر جي چوٽي (6000 ميٽرن جي اُتانهين) فتح ڪئي. هوءَ پهرين مائونٽ ڪلائيمبر هئي، جنهن سڀ کان پهرين اهو ڪارنامو انجام ڏنو. بعد ۾ ان جابلو چوٽيءَ تي ”ثمينہ پيڪ (Peak)“ نالو رکيو ويو. 2011ع ۾ هن ڪوهہ بروبر (برابريءَ وارو جبل) جي چوٽي سر ڪئي. پهرين اپريل 2013ع کان ثمينہ بيگ ۽ سندس ساٿين ڏکڻ طرف کان ايوريسٽ جي چوٽيءَ تي چڙهڻ شروع ڪيو. هن مهم کي سَر ڪرڻ ۾ کين 48 ڏينهن لڳا ۽ هنن پنهنجو مقصد، ايڊمنڊ هلاري ۽ شيرپا تينزنگ جي ايوريسٽ کي ڪاميابيءَ سان فتح ڪرڻ جي سٺهين (60th) ورسيءَ تي حاصل ڪيو. ثمينہ کي اهو اعزاز حاصل ٿيو تہ هوءَ پهرين پاڪستاني خاتون هئي، جنهن دنيا جي بلند ترين چوٽيءَ تي قدم رکيو. هوءَ دنيا جي بيحد نوجوان عورت هئي، جنهن اهو ڪارنامو انجام ڏنو.

2013ع ۾ ثمينہ بيگ ۽ سندس ڀاءُ مرزا عليءَ فيصلو ڪيو تہ اهي دنيا جي ستن کنڊن جي ستن بلند ترين چوٽين کي فتح ڪندا. هنن اهو ڪارنامو بہ ڪري ڏيکاريو. ڏکڻ آمريڪا ۾ واقع آرجينٽينا ملڪ جي ايڪنڪاگو جبل جي وڏي چوٽي 6,961 ميٽر اوچي آهي. مائونٽ ونسن اينٽارڪٽيڪا ۾ آهي، جيڪو ڌرتيءَ جو آخري ڏاکڻو کنڊ آهي. مائونٽ ونسن جي چوٽيءَ جي بلندي 4,892 ميٽر آهي. مائونٽ ايوريسٽ نيپال (ايشيا) ۾ آهي جيڪو 8,848 ميٽرن جي بلنديءَ تي آهي. مائونٽ ڪليمانجارو تنزانيا (آفريڪا کنڊ) ۾ آهي، جيڪو 5,595 ميٽر اتانهون آهي. مائونٽ پنڪيڪ جايا انڊونيشيا ۾ آهي، جيڪو 4,884 ميٽرن جي اوچي چوٽي تي آهي. مائونٽ مِڪنلي الاسڪا (اتر آمريڪا) ۾ آهي، جنهن جي اوچائي 6194 ميٽر آهي ۽ يورپ جو سڀ کان اوچو جبل مائونٽ ايلبرس (روس) جي بلندي 5,642 ميٽر آهي.

ثمينہ خيال بيگ ماؤنٽ ايوريسٽ تي پاڪستان جو جھنڊو ڦڙڪائيندي

## اختصار

هن باب ۾ اسان پڙهيو تہ ماڻهو اڻ ڏٺل اڻانگن هنڌن ۽ پنڌن جي کوجنا ڪهڙن ڪارڻن جي لاءِ ڪن ٿا. اسان کي خبر پئي تہ اهڙن غير معروف ماڳن ۽ جاين ۽ علائقن ڏانهن سفر واپار، دولت هٿ ڪرڻ، فطرت بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ، زمين جي علائقن تي قبضو ڪرڻ ۽ پنهنجي صلاحيتن ۽ سگهہ کي آزمائڻ لاءِ ڪيو تو وڃي. اسان کي ماضي ۽ حال جي اهڙن مکيہ مهم جُو، کنڌ ڪيڙائن بابت پڻ معلومات حاصل ٿي تہ هو ڪهڙن مقصدن ۽ شوق خاطر اهڙا سياح بڻيا ۽ انهن جي کوجنائن جا ڪهڙا اثر ۽ نتيجا حاصل ٿيا.

**استادن لاءِ هدايتون:** هن باب کي پڙهائيندي توهان شاگردن سان هيٺين نقطن تي ڳالھہ ٻولھہ ڪري سگهو ٿا:

- اڳيان ۽ پويان کنڌ ڪيڙائو ۽ مهم جُو هڪجهڙا بہ آهن تہ مختلف بہ. اهي هنن ڳالهين ۾ هڪ جهڙا آهن:
- اهي غير معروف ۽ اڻ ڄاتل علائقن جي کوجنا ڪن ٿا. اهي حياتيءَ جي شاهدي ۽ ثبوت ڳڌ ڪن ٿا. اهي هنن ڳالهين ۾ مختلف آهن:
- انهن جي کوجنا جا اوزار، طريقا، فن (ٽيڪنالاجي) ۽ ڳولا جا هنڌ مختلف هئا.
- اڳين ۽ هاڻوڪن کنڌ ڪيڙائن اهڙن علائقن کي ڳولي هٿ ڪيو جنهن بابت ماڻهن کي ڪاٻہ خبر ڪانہ هئي. اهي غير معروف هنڌن تان اهي شيون ڳولي ٿا اچن، جيڪي اسان وٽ موجود ڪين آهن ۽ جن جي باري ۾ اسان کي ڪابہ ڄاڻ ناهي. اهي نون ٻوٽن ۽ جانورن جي ڳولا پڻ ڪن ٿا.

جديد کنڌ ڪيڙائو، اڳئين زماني وارن کان ان ڪري بہ بهتر حالت ۾ آهن جو هنن وٽ بهتر ٽيڪنالاجي موجود آهي. هاڻوڪا مهم جو مختلف نون هنڌن جي ڳولا ڦولها ڪن ٿا، چاڪاڻ تہ اڳ وارن جيڪي ڳولائون ڪيون ۽ هنڌ معلوم ڪيا، اتي ماڻهو آباد ٿي چڪا آهن ۽ اتي ڪافي ترقي ٿي آهي.

# مشق

**(الف) گهڻ – جوابي سوال- هر سوال هيٺان ڏنل جوابن ۾ صحيح جواب تي(✓) جو نشان لڳايو.**

(i) ڪرسٽوفر ڪولمبس ڪٿي جو؟
(الف) آمريڪا (ب) چين (ج) اٽلي

(ii) جڏهن ابن بطوطه تنجير ڇڏيو ته هن ڪيڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيو؟
(الف) چين (ب) هندستان (ج) مڪه معظمه

(iii) مارڪو پولو ڪنهن سان گڏ چين جي سفر تي روانو ٿيو؟
(الف) ڀاءُ ۽ پيءُ (ب) ماءُ پيءُ (ج) پيءُ ۽ چاچي

(iv) ڪولمبس سمجهيو ته هو ________ سمنڊ کي لتاڙي، سڌو چين پهچي ويندو.
(الف) آرڪٽڪ (ب) ائٽلانٽڪ (ج) هندي

(v) واسڪو ڊي گاما هندستان ڏانهن ڪيترا سامونڊي سفر ڪيا؟
(الف) هڪ (ب) ٻه (ج) ٽي

**(ب) هيٺين سوالن جا جواب لکو:**

1- ڪن ٻه ٽن ڪنڊ ڪيڙائن يا سياحن جا نالا لکو ۽ ٻڌايو ته هنن اهي مهمون ڇو شروع ڪيون؟
2- ڪرسٽوفر ڪولمبس جي آمريڪا ڏانهن سامونڊي سفرن جا ڪهڙا اثر پيا؟
3- توهان جي خيال ۾ مستقبل جي کوجنائن ۾ تلاش جا علائقا ڪهڙا هوندا ۽ انهن جي ڪري ڪهڙيون تبديليون ظاهر ٿينديون؟
4- ڪنهن ٻه هڪ ڪنڊ ڪيڙائو جو مثال وٺي سمجهايو ته هن ڪهڙيون ڪاميابيون ماڻيون ۽ ڪهڙن چئلينجن کي منهن ڏنو؟

**(ج) خاڪو ناهيو.**

هيٺ ڏنل خاڪي جهڙو خاڪو ناهيو ۽ ان کي هن باب، ٻين ڪتابن ۽ انٽرنيٽ تان حاصل ڪيل معلومات سان مڪمل ڪيو.

| ڪنڊ ڪيڙائو جو نالو | ڪهڙي ملڪ جو هو | ڪهڙو ڪارنامو ڪيائين | محرڪ جذبو ڪهڙو هو | ڪهڙين مشڪلاتن کي منهن ڏنائين؟ | ڳولا جو نتيجو |
|---|---|---|---|---|---|
| مارڪو پولو | | | | | |
| ابن بطوطه | | | | | |
| ڪرسٽوفر ڪولمبس | | | | | |
| واسڪو ڊي گاما | | | | | |
| نيل آرم اسٽرانگ | | | | | |

**(د) عملي ڪم:**

1- دنيا جي نقشي تي پنهنجي مرضيءَ جي ڪنڊ ڪيڙائو جي سفر جو رستو ٽريس (Trace) ڪريو.
2- سمجهو ته توهان ڪنهن اخبار يا مئگزين جا رپورٽر آهيو ۽ توهان کي ڪتاب ۾ پڙهيل ڪنڊ ڪيڙائو جي مهم تي مضمون لکڻو آهي. توهان سندس ڪهاڻي لکي ٻڌايو ته هن ڪهڙيون مهمون سر ڪيون ۽ ڪيئن ڪهڙيون ڪاميابيون نصيب ٿيون؟ سندس سفر جي تڪليفن کي به بيان ڪريو.

**(هه) اضافي سرگرمي:**

پنهنجي پسند جي ڪنهن ڪنڊ ڪيڙائو بابت معلومات گڏ ڪري، ان تي مضمون لکي ڪلاس جي ساٿين کي ٻڌايو.